٤٨٦

هو الكريم

# الإرشادُ

شرح

# بانت سعاد

مع حل تركيب ومعنائ الفاظ لغوي
وفوائد زوائد

مؤلفه فقير عبدالله عرف شاه آغا
مجددي سرهندي ازشيخ مانده كوئٽه
بلوچستان

قيمت -٨-١ تعداد ٥٠٠ پنجسو

استنڊرڊ پريس ليٿو سکهر
ڇپي شائع ٿيو

# فهرست مضامين بانت سعاد

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

نَحْمَدُهٗ وَنُصَلِّيْ وَنُسَلِّمْ

# قصيدهٔ بانت سعاد جو وجهِ تاليف

وجهِ انشاءِ قصيده بانت سعاد

هِنَ قصيده جو قائل ۽ ناظم، خوش نصيب شاعر ڪعب بن زهير جو آهي۔ شعر ۽ شاعري فصاحت ۽ بلاغت ڪعب جي خاندان ۾ موروثي خزانو هو، سچو گهرائون سندس شيوا زباني ۽ شاعري سان عرب ۾ مشهور ومعروف هو، ڪعب جو پيءُ زهير۔ اهو نامور شاعر آهي جو سبعهٔ معلقه جي قصيدن مان هڪڙي قصيده ''اَمِنْ اُمِّ اَوْفٰي دِمْنَةٌ لَمْ تَكَلَّمِ'' جو قائل آهي۔ سبعهٔ معلقه اُهي ست قصيدا آهن جيڪي شاعرن پنهنجي بي نظير فصاحت ۽ بلاغت جو جوهر ڏيکاريو هو ۽ باب ڪعبه تي فخر طور آويزان ڪيا هُوا۔

ڪعب پاڻ اسلام آڻڻ کان اڳي اسلام ۽ مسلمانن جو هجو ۽ ڪلام قصيدا ناهي شائع ڪندو هو۔ سي ڙ بيئي وانگي يڪدم دنيا ۾ شائع ٿيندا هوا گهر گهر ۾ ڳائيا هوا۔ عام وخاص محفلن ۾ انهن جو چرچو ٿيندو هو۔ دفعو جن عليه الصّلوٰة والسّلام فتح مڪه کان بعد ڪن فتنه انگيز مفسدن شاعرن جو فون هدر ڪري ڇڏيو هو ۽ هنن کي قتل ڪرڻ جي اجازت ڏني

ڇڏي هئي انهن مان هڪڙو اهڙو ڪعب به هيو-

ڪعب جو ڀاءُ نالي "بجير" اڳي مدينه شريف ۾ پهچي مشرف
اسلام ٿي چڪو هو. جڏهن سندس ڀاءُ ڪعب جي قتل ڪرڻ
جو حڪم صادر ٿيو- تڏهن بجير پنهنجي ڀاءُ ڪعب کي خبردار
ڪيو ۽ خيرخواهي طور خط لکي موڪليو ته ادا تنهنجو قتل ڪرڻ
جو فرمان صادر ٿيو آهي، چڱو ٿيندو ته تون جلد ئي ايمان آڻي اسلام
۾ داخل ٿي وڃ نه ته دين به ويندءِ ۽ دنيا به ويندءِ يقين ڄاڻ
ته جلد ئي مارجي ويندين-

خدا تعاليٰ جو شان آهي جو هن جي دل تي ڀاءُ جي نصيحت ۽ دعوت
اسلام جي اهڙي اثر ڪري وئي جو هن جي دنيا لات ۾ عجيب انقلاب
اچي ويو- دعوت اسلام جي قبول ڪري پنهنجي تيز رفتار
پياري ڏاچي تي چڙهي يڪدم مڪه کان مدينه روانو ٿيو-
رات جو مدينه ۾ پهچي ڪنهن دوست آشنا وٽ ڏيرو ڪيو. صبح جو
سوير وآنحضرت عليه الصلوٰة والسلام جي پٺيان نماز پڙهي وجي
هٿ ورتائين ۽ عرض ڪيائين ته يارسولُ اللهِ جيڪڏهن
ڪعب ايمان آڻي ۽ توبه ڪري اچي ته اُن کي اَمنُ اَمانُ ملندو
توبه سندس قبول ٿيندي يا نه؟ فرمايائون هائو! چيائين آئون
آهيان اهو ڪعب بن زهير جو-

روايت آهي ته ڪعب کي ڪنهن ڪونه سڃاتو- جڏهن چيائين
آئون آهيان اهو ڪعب بن زهير جو- تڏهن انصارن مان هڪڙي
صحابي هن کي قتل ڪرڻ لاءِ حملو ڪرڻ گهريو مگر حضور جن

عليه الصّلوٰة والسلام هناکي منح کئي ته بس اسلام آڏو ڪا نيو ع
کو هن جو نالو وني -

پوءِ هي قصيدو ناهيل پهنجو اسلام ۽ مسلمانن جي تعريف
۾ ۽ سرور ڪائنات عليه الصّلوٰة والسّلام جي مدح ۾ مجلس
مبارڪ ۾ پڙهي ٻڌايائين -

روايت آهي جڏهن هن هي بيت پڙهيو -

اِنَّ الرَّسُوْلَ لَنُوْرٌ يُسْتَضَاءُ بِهٖ ۞ مُهَنَّدٌ مِّنْ سُيُوْفِ اللّٰهِ مَسْلُوْلُ

تڏهن پاڻ سڳورا عليه الصلوٰة والسّلام اهڙا خوش ٿيا جو پنهنجي
چادر مبارڪ تبرڪ طور هنکي عطا فرمائي -

ڪتابن ۾ لکيل آهي ته اصل قصيدو بردو هي آهي اگرچه پوءِ
شيخ محمّد بوصيري جو مشهور قصيدو

اَمِنْ تَذَكُّرِ جِيْرَانٍ بِذِيْ سَلَمٖ ۞

انهيءَ نالي سان مشهور ٿي ويو آهي ، مگر هن قصيدي کي جيڪو
شان و شرف حضور اقدس ۾ پڙهڻ ۽ مقبوليت جو مرتبو
حاصل ٿيو آهي سو ٻئي ۾ ڪونه آهي ۽ هن جي فضيلت ٻين قصيدن
تي اهڙي آهي جيتري اصحابن جي ٻي اُمت مٿان -

اڳوڻي زمانه جو عربي اهڙي مغلق آهي جا اسانجهڙن
مولوي صاحبن کي به سمجهڻ ۾ نٿي اچي پوءِ عوام ويچارا ڪيئن سمجهي
سگهندا -

عزيز م برخوردار غلام صديق دام بالصدق والتصديق
۽ جناب شاه صاحب علي مير شاه ايڊوڪيٽ باعث

ٿيا ته هن جو ترجمو ۽ مختصر شرح عام فهم سنڌي زبان ۾
وهين لکي ڏيو ته اسين ڇاپائي عام شايع ڪريون ته عام خلق کي
انهيءَ مان فائدو ٿئي. مون هانءُ ڪري شرح لکڻ شروع ڪيو
مگر پوءِ پنهنجي ڪم علمي ۽ عربيت ۾ تنگدستيءَ جو پتو پيو.

## ڪه عشق آسان نمود اول ولي افتاد مشڪلها.

بهرحال اختصار ۽ عام فهمي کي پيش نظر رکندي ٿورو تحقيق
لفظن جو ۽ تشريح معنى جي ۽ نحوي ترڪيب جي بقدر ضرورت توضيح
پڻ ڪئي وئي

**فائده**. هن چادر مبارڪ جو تاريخي حال هيءُ آهي ته
حضرت امير معاويه انهيءَ تبرڪ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪعب کي
ڏهه هزار درهم يا دينار ڏيڻا ڪيا مگر ڪعب ڏيڻ کان بالڪل
انڪار ڪيو آخر جڏهن ڪعب وفات ڪري ويو. تڏهن هن جي
وارثن کي ويهن هزارن تي راضي ڪري اهو تبرڪ خريد ڪيو
سو هميشه خلفاءِ بني اميه ۽ بني عباس وٽ نسلاً بعد نسل
محفوظ رهندو آيو. خلفاء اسلام فقط تاج پوشي جي وقت ڪلهن
تي وجهندا هوا تاڪه فتنه تتار ۾ جڏهن انقلاب عظيم آيو ۽ ماٺ
سلاطين اسلام جو درهم برهم ٿي ويو. اها چادر مبارڪ گم
ٿي وئي ته پنهنجو ڪو پتو ڪونه پيو. هاڻي جيڪو دعوا ڪندي ويٺا آهن ته
آهي. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ بين محدثن لکيو آهي ته هن زماني ۾
بغير حجر اسود جي ۽ مقام ابراهيم جي ڪا به اهڙي شيءِ دنيا ۾ باقي نه رهي
آهي جنهن کي آنحضرت عليه الصلوٰة والسلام جو هٿ مبارڪ مَس ڪيو هجي

شاعرن جو قاعدو آهي ته پهرين ماڻهن جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ پنهنجو مضمون عشق ۽ شوق ذوق پيدا ڪرڻ لاءِ عام دل پسند مضمون سان شروع ڪندا آهن پوءِ پنهنجي مطلب ڏانهن سهڻي طريقي سان گريز ڪندا آهن- انهيءَ قاعدي موجب ڪعب پنهنجو قصيدو پهرين محبوب مجازيءَ جي تعريف سان پنهنجي ڏاڍي پياري ۽ جاعرن وٽ محبوب ترين متاع آهي. حاضرين جو توجه ڇڪائي پوءِ پنهنجي اصلي مطلب (محبوب حقيقي جي تعريف) ڏانهن رجوع ڪيو آهي ۽ ڇيو آهي-

| | | |
|---|---|---|
| بَانَتْ سُعَادُ وَقَلْبِي الْيَوْمَ مَتْبُوْلُ | | |
| جدا ٿي وئي سُعاد ۽ دل منهنجي اڄ قتيل آهي | | |
| مُتَيَّمٌ اِثْرَهَا لَمْ يُفْدَ مَكْبُوْلُ | | |
| خوار ۽ ٻي قرار آهي پنهنجي آٺ جدائيءَ قيدي آهي | | |

(بَانَتْ) فعل ماضي معلوم مشتق آهي بينونة کان بمعنائي جدائيءَ جي
(سُعَادُ) در اصل نالو هڪڙي حسينه عورت جو آهي جا لفظ ونهن لڳوڻي لاءِ انتخاب ڪئي آهي، هتي خاص ان اسم واري عورت مراد نه آهي مطلق معشوقه محبوبه مراد آهي چنانچه سنڌي پر جونن آهن-
منهنجي ليلان (منهنجي مومل) -
حڪيم اجمل خان هڪڙي غزل ۾ چيو آهي ـــ

سعاد عام اسم آهي

سُعَادُ سَافَرَتْ وَبَقِيْتُ وَحْدِيْ اُقَاسِيْ نَارَ هَجْرٍ وَابْتِعَادٍ

نيمنجي محبوب کي لڪائڻ لاءِ بيومصنوعي نالو ناهي رکيندا آهن

خوشتران باشد که سِرِّ دلبران گفته آید در حدیثِ دیگران

(متبول) تي اَڳي بي پوءِ تبل کان بمعناء قطع ڪرڻ - هي مشتق آهي

براهي معنی سان مشهور ومعروف بتل بي اڳي تي پوءِ ساجيئن قرآن

شريف ۾ آهي وَتَبَتَّلْ اِلَيْهِ تَبْتِيْلاً ۽ مکرهن قصيدا ۾ روايت تقديم

تي سان آهي -

(مُتَيَّمٌ) بروزن مکرم ومعظم اسم مفعول آهي تام تيما کان جوندا آهن

تَيَّمَهُ الْحُبُّ يعني عشق هنکي ذليل ڪم عقل ڪري ڇڏيو آهي -

(لَمْ يُفْدَ) مضارع مجهول منفي لم سان مشتق آهي فدير کان نديم

اُها شئي جا قيدي جي ڇڏائڻ لاءِ عيوضو ڏجي -

(مَكْبُوْلُ) قيدي بندي کبل قيد ڪرڻ بند ۾ ڪنهنکي رکڻ

مطلب ته آءُ اهو فراق ۾ گرفتار ڪبل قيدي آهيان جو منهنجي ڇڏائڻ

لاءِ ڪو حيلو ياواه وسيلو ڪونه آهي منهنجي حالت قابل رحم آهي

(٢) وَمَا سُعَادُ غَدَاةَ الْبَيْنِ اِذْ رَحَلَتْ

۽ نه هي سعاد ڏينهن جدائي جي جنهن وقت لڏي وئي

اِلَّا اَغَنُّ غَضِيْضُ الطَّرْفِ مَكْحُوْلُ

مگر (مثل) هرڻي جي هيٺ نگاه ڪرڻ واري سرمگين اکين سان

(مَا) نافيه آهي سعاد پنهنجن متعلقات سميت مبتدا آهي

(اِلَّا اَغَنُّ) استثنا مستثنیٰ سميت انهيجي خبر آهي مبالغا لاءِ غرض

موصوف جو مٽي مٿ کو صفتن جيکري يکلام نفي واثبات جي صورت ۾

(٣) هَيْفَاءُ مُقْبِلَةً عَجْزَاءُ مُدْبِرَةً

سنهي چيله واري آهي سامهون اچڻ وقت تلهين ڏڪين واري آهي پٺيرو ورڻ وقت

لَا يُشْتَكَى قِصَرٌ مِنْهَا وَلَا طُولُ

نه ڪا گلا ڪجي ٿي وچي هن جي قد جي مٿس ننڍائي جي نه ڪا ڊگهائي جي

(هَيْفَاءُ) خبر آهي مبتدا محذوف جي يعني هي هيفاء مؤنث آهي اهيف جو سنهي چيله ڏٻري پيٽ واري عورت -

(عَجْزَاءُ) ٻي خبر آهي مبتدا محذوف جي عجز ڏڪ يعني انسان جي وهڻ جي جاءِ مؤنث آهي اعجز جو يعني تلهين ڏڪن واري ۽ آدمي ۾ اهي ٻه ڳالهيون زالن جو حسن صورت آهي ته چيله سنهي رهي ۽ ڏڪون تلهيون هجن تان ڪري عربن ۾ بعض زالون مصنوعي گديلا ٺاهي ڏڪن تي ٻڌي ڏيکارڻ لاءِ ٻڌنديون آهن تن کي عربي ۾ "عُجازة" چوندا آهن -

(لَا يُشْتَكَى) فعل مضارع مجهول آهي منفي لا سان

(قِصَرٌ) نائب فاعل ان جو آهي ۽ جملو فعليه مستانفه آهي

(مِنْهَا) ضمير مجرور راجع سعاد ڏانهن آهي

(وَلَا طُولُ) عطف آهي قِصَرٌ تي لا نفي جي معطوف تي مڪرر آندي وئي آهي واسطي تاڪيد نفي جي -

پهرين مصرع ۾ هن جو بدن جو موزون ۽ نائي تول ۾ سنهرائي ۾ بيان ڪئي وئي آهي -

ٻي مصرع ۾ هن جي قد و قامت جو اعتدال بيان ڪيو ويو آهي

(٤٠)

**تَجْلُوْ عَوَارِضَ ذِيْ ظَلَمٍ اِذِ ابْتَسَمَتْ**

تي ظاهر ڪري ڏند صفائيءَ وارا — جڏهن تبسم ٿي ڪري

**كَاَنَّهٗ مُنْهَلٌ بِالرَّاحِ مَعْلُوْلُ**

گويا ڪ چشمون آهي ساڳي شراب جو مڪرر سيراب ڪيل آهي

**(تجلو)** مضارع مؤنث فاعل اُجْوَ هي ضمير مستتر راجع محبوب ڏانهن آهي -

**(عوارض)** جمع آهي عارض جو آهي سامهون اڳيان ڏند الثنايا جيڪي کلڻ وقت ظاهر ٿيندا آهن -

**(ذي ظَلَم)** ظلم ظوي جي زبر سان آهي ۽ پيش سان ۽ متان پيش سان پڙهي -

محبوب کي ظالم ظلم وارو بنايو) ڏندن جي سفيدي ۽ صفائي موتي وانگي چمڪڻ کي چئبو آهي ظَلَم ظي جي زبر سان

**(منهل)** ميم ۽ هي ..... زبر سان چشمون) جاءِ پاڻي پيڻ جي

**(بالرّاح)** راح شراب جار مجرور متعلق آهي معلول سان -

**(معلول)** اسم مفعول آهي علّ کان علّ جي معنيٰ ٻي دفعي دوءِ ڪري پاڻي پيئڻ "نهل" چئبو آهي پهرين دفعي پاڻي پيڻ کي اُنن جو قاعدو آهي هڪ دفعي پاڻي پيڻ ڪنهن مٿي ڪري ٻئي دفعي دوءُ ڪري پاڻي پيئندا آهن پهرين دفعي کي نهل ۽ ٻي دفعي کي علّ چوندا آهن

**(فائده)** ياد رکو ته شعر ۾ اڪثر مجازي معنائون ڪنايا استعارا تشبيهون استعمال ٿين ٿيون. گل ۽ بلبل، تير ۽ ڪمان

راح مان مراد شراب نه آهي

مشڪ ۽ عنبر - سروَ ۽ صنوبر وغيره وغيره سڀ شاعرن جا
استعارا ۽ تشبيهون آهن - حقيقي معنائون مراد نه آهن جهڙيءَ
طرح راح مان ته ڪو مٺو پاڻي مراد آهي نه اُمُّ الخبائث شراب -

## (٥) شُجَّتْ بِذِيْ شَبَمٍ مِنْ مَاءِ مَحْنِيَةٍ

اهو شراب گڏ ڪيو ويو آهي برسات ٿڌي پاڻيءَ سان وادي محنيه جي

## صَافٍ بِاَبْطَحَ اَضْحٰى وَهُوَ مَشْمُوْلُ

صاف نيل آهي سڄو وادي - ابطح جي وقت صبح جي ٿڌي هوا لڳي

(شُجَّتْ) ماضي مجهول آهي نائب فاعل اُنجو ضمير مستتر هي راجع
راح ڏانهن آهي، ڇو ته راح مؤنث سماعي آهي معنيٰ شراب پاڻيءَ سان
گڏ ڪئي - جيئن شربت روح افزا برف جي پاڻيءَ سان ملائي پيئجي -
(شَبَمٍ) شين ۽ باءِ جي زبر سان ٿڌو چوندا آهن "يَومٌ ذُو شَبَمٍ"
يعني ٿڌو ڏينهن
(مَحنِيَة) اسم ظرف آهي جاءِ ورڪ نديءَ جي جنهنجو پاڻي
زياده صاف ۽ ٿڌو آنهي ٿيندو آهي -
(ابطح) ويڪري نديءَ جنهنجي پيٽ ۾ سنهيون سنهيون
پٿريون پکڙيل هجن تنهنجو پاڻي تمام صاف ۽ ٿڌو ٿيندو آهي -
بطحاء نالو هڪ وادي جو آهي مڪه شريف جي پاسي ۾ -
(اضحیٰ) صبح جي وقت ورتل جنهن ۾ اجان سج جي گرمي پهتل نه هجي
(مشمول) جنهنکي واءُ شمال جو لڳل يعني اُتر جي هوا سان
ٿڌو ٿيل هجي - اهي سڀ صفتون آهي پاڻيءَ ابداهن محبوب جو
آهن اجان به پيون ڪي صفتون آهن پاڻيءَ جو هيٺين بيت ۾ ذڪر
ڪري ٿو -

(ماءَ محنية) جي جيڪا لغوي معنيٰ شارحن ڪئي آهي ساڳي
(سان بڻائي)- مگر آئون پايان ٿو ته محنية انهيءَ زماني ڪنهن
مشهور هنڌ جو يا چشمه جو نالو هو جو ميٺي پاڻيءَ وارو آهي شاعر
انهيءَ ڏانهن نسبت ڪئي آهي- هائي شارحن لغوي معنيٰ ور
وَڪَڙَ واري ندي) تا هي بة ٺيڪ آهي-

(٩)
## تَنْفِي الرِّيَاحُ الْقَذٰى عَنْهُ وَاَفْرَطَهُ

تاري کي ڪن واءُ ڪکن ڪنا اُجي ۽ گهڻو ڀريو آهي

## مِنْ صَوْبِ سَارِيَةٍ بِيْضٌ يَعَالِيْلُ

ڪنان وسڻ ڪڪرن جي اڇن ٿوڦڻن وارن مينهن

(تنفي) فعل مضارع معلوم رياح فاعل اٿو القذیٰ مفعول
ان جو (قذیٰ) اهو سنهاڻ ڪک پن جيڪي پاڻيءَ تي ترندا آهن-
(افرطه) ماضي معلوم آهي افراط کان بمعنا زياده ڪرڻ جي پرڻ
جي ضمير بارز متصل انهيءَ سان مفعول آهي مقدم اٿو جمع ماءُ
ڏانهن-
(بيض) فاعل اٿو مؤخر آهي-
(صوب) زور دار مينهن وسڻ- صيّب ٿا ڏو وڦڙ ومينهن
(سارية) اهو ڪڪر جيڪو رات جي وقت وسي جيڪي صبح جو
وسڻ تي کي غادية چئبو آهي-
(يعاليل) جمع آهي يعلول جو- يعني ٿوڦڻا اڇيڪي مينهن سط

وقت پاڻي مٿان ڦڙا ٿيندا آهن عام طور تنکي حُبابُ چوندا آهن
ٻي معنيٰ يعاليل جي اڇا جبل ڪئي اٿن جن تان مينهن يا برف جي
پاڻي نهي ندين ۾ اچي پوندو- هتي ٻئي معنائون ٺهي سگهن ٿيون

(٧) أَكْرِمْ بِهَا خُلَّةً لَوْ أَنَّهَا صَدَقَتْ

ڪهڙي نه موچاري آهي اها محبوبه ڪاش تہ جيڪڏهن سچا ڪري ها

مَوْعُودَهَا أَوْ لَوَ انَّ النُّصْحَ مَقْبُوْلُ

وعدا پنهنجا يا نصيحت جو ڪنهن جي قبول ڪري ها

(اڪرِم بِها) صيغو فعل تعجب جو آهي ۽ ڪن نسخن ۾ فيا لها من
خلة آهي- اهيا ندا حسرت ۽ تاسف جي واسطي آهي-
(خُلّة) خي جو پيش لام جي شد سان دوست محبوب هن لفظ ۾ مذڪر
مؤنث جمع ۽ مفرد سڀ برابر آهن خليل دوست مرد کي چئبو اخلاء
جمع ان جو-
(اَوْ لَوْ اَنَّ) اَنَّ جي همزه جي زبر واءِ کي ڏئي لَوَنَّ ڪري پڙهبو ته وزن
(بيت جي تقطيع) پوري بيهندس-
شاعر کي ڏوراپو نه ٿيندو آهي جيسين محبوب جو ناز ادا يا
بيوفائي ۽ وعده خلافي جي ڳالهه نه ڪن- انهي رستي موجب جو ٿو ته
محبوبه هر طرح حُسن صورت ۽ نيڪ صفتن سان متصف آهي مگر
ڪاش تہ پنهنجا وعدا به سچا ڪري ها يا ڪنهن جي ڳالهه قبول ڪري ها-

جز اين قدر نتوان گفت در جمال تو عيب
که خال مهر و وفا نيست روی زيبا را

(٨) لٰكِنَّهَا خُلَّةٌ قَدْ سِيطَ مِنْ دَمِهَا

پر اها اهڙي بيوفا محبوبه آهي جو ڪنهن اهي سان رت ۾ گهڙيل

فَجْعٌ وَوَلْعٌ وَإِخْلَافٌ وَتَبْدِيلُ

ڏکوڻ سڪائڻ وعدہ خلافي ۽ تبديلي ڪرڻ

(سِيطَ) ماضي مجهول آهي ساط يسوط سوطًا کان ملائڻ ۽ مخلوط ڪرڻ.

(مِنْ دَمِهَا) ها ضمير مجرور راجع آهي محبوبه ڏانهن.

فجع وولع واخلاف وتبديل چارئي نائب فاعل آهن فعل مذڪورجا. فجع جي معنا ڏکوئڻ ۽ ڏک ڏيڻ.

(ولع) ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ سڪائڻ جهڙو ڏيارڻ.

(اخلاف) وعدہ خلافي ڪرڻ.

(تبديل) ڳالهين ۾ مٽا سٽا ڦيرڦار ڪرڻ.

صاحب اسعاد شارح قصيدہ محبوبه جي هيئن ڳالهائڻ ڪرڻ جو ڪارڻ هي لکيو آهي ته محبوبه هن قصر جي حسن جمال جو هيئن تعريف ڪرڻ سامهان ناديدہ عاشق هن جاين اچي پوڻ ۽ سنڌيا رقيب گهڻا ٿي ويا.

**سو**

نه تنها عشق از ديدار خيزد | بسا کين دولت از گفتار خيزد

مگر صحيح خيال دراصل هي آهي ته مخلصانه شڪوہ شڪايت ڪري ٿو ته محبت ۽ دوستي جو اسئو ڪام ٿئي ٿو دل جو غم ۽ غبار لهي وڃي ٿو جانبين ۾ صفائي ۽ دلين جي روشنائي جو ڪارڻ ٿئي ٿو نه گهڻي لهي وڃي ٿو ۽ دوستي پائدار ٿئي ٿي

تنم را سوختي آئينہ دل ؛
مصفا شد جو در خاکستر افتاد
(ع) شکوه نهين رها تو محبت نهين رهي

(٦) فَمَا تَدُوْمُ عَلٰى حَالٍ تَكُوْنُ بِهَا

پوءِ نه ٿي قرار وٺي سا مٿي هڪڙي حال جنهن تي قائم رهي

كَمَا تَلَوَّنُ فِيْ أَثْوَابِهَا غُوْلُ

جيئن جو رنگ رنگ ڪري ٿي منجهه صورتن ۽ لباسن پنهنجي غول بياباني

(فما) في سببيه ۽ ما نافيه فعل مضارع تي داخل ٿي آهي
(تدوم) فعل مضارع فاعل انجو ضمير ”هي“ راجع سعاد ڏانهن آهي
(حال) موصوف تكون بها صفت انجي-
(كما تلون) ما مصدريه آهي تلون فعل مضارع اصل ۾ تتلون آهي هڪڙي تي باب تفعل جي ٻئي پئي آهي فاعل انجو غول آهي
(اثوابها) ضمير ”ها“ انجو راجع آهي غول فاعل مؤخر ڏانهن جيئن ضرب غلامه زيدٌ -
(غول) غ جي پيش سان- عربن جي خيال ۾ هڪڙو قسم جن جو آهي جو برن پٽن ۾ رهندو آهي مختلف رنگن ۽ صورتن سان ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ ظاهر ٿيندو آهي- ڪنهن مهل ڪتو ته ڪنهن مهل ٻلو ڪڏهن ڪارو ته ڪڏهن گهوڙو ڪڏهن ٻه ٽنگون ته چار ٽنگون- فارسي ۾ انکي غول بياباني چوندا آهن

(١٠) وَلَا تَمَسَّكُ بِالْعَهْدِ الَّذِي زَعَمَتْ

۽ محڪم نٿي رهي ساڻ انجام پنهنجي جنهن جي بڪ ڏني ٿي

إِلَّا كَمَا تُمْسِكُ الْمَاءَ الْغَرَابِيلُ

مگر جيترو پرڙو پاڻي کي جهلي ٿو۔

---

(وَلَا تَمَسَّكُ) لا نافيه تمسك فعل مضارع معلوم ضمير غائب مستتر هن ۾ "هي" راجع مذڪور محبوبه ڏانهن ـ ٿي جي پيش ساڻ باب تفعيل ڪان يا ٿي جي زبر ساڻ باب تفعل ڪان بمعنا (تمسّڪ)...... جهلڻ مضبوط ڪرڻ جي آهن۔

(زَعَمَتْ) زعم گهڻو ڪري گمان ظن اعتقاد غير صحيح کي چئبو آهي مگر ڪڏهن قول ۽ چوڻ ۽ گالهه ڪرڻ جو به استعمال ٿيندو آهي جيئن چوندا آهن زعمت الحنفيه اي قالوا هتي ايها پوئين معنيٰ ٿا آهي

(غَرَابِيل) جمع آهي غربال جو يعني پرڙو اٽي ڇاڻڻ جو۔

يعني نڪي پرڙو پاڻي کي جهليندو نڪي محبوبه پنهنجن وعدن ۽ قول قرارن کي جهلي ٿي بيوفائيءَ نه رهڻ ۾ هڪ جهڙا آهن سه

نه صبر در دل عاشق نه آب در غربال

(١١) فَلَا يَغُرَّنْكَ مَا مَنَّتْ وَمَا وَعَدَتْ

پوءِ مغرور نه ڪن توکي جيڪي تو ڏي اميدون ڏئي ٿي ۽ وعدا ڪري ٿي

إِنَّ الْأَمَانِيَّ وَالْأَحْلَامَ تَضْلِيلُ

تحقيق ڪرڻ پوڻ سمجهڻ ۽ ڪوڙا خواب انسان کي گمراهه ڪرڻ وارا آهن

(فلا يغرنك) فعل مضارع لا ناهيه سان ۽ نون تاڪيد مثقله سان ڪاف خطاب جو مفعول مقدم آهي "ماَمَنَتْ" "وَمَا وعدت" فاعل ان جا آهن -

(اَلْاَمَانِيّ) جمع اُمْنِيَّة جو آهي خالي سڌن ۽ واهيات خيال جيڪي انسان دل ۾ تصور ڪري -

(الاحلام) جمع آهي حلم جو جي پيش سان پريشان خواب جيڪي انسان ننڊ ۾ ڏسي - ٻئي هڪ جهڙا بي بنياد ۽ بي اعتبار آهن فرق فقط هي آهي جو هي ننڊ ۾ آهن هو جاڳندي

(١٢)

## كَانَتْ مَوَاعِيْدُ عُرْقُوْبٍ لَهَا مَثَلًا

آهن وعدا عرقوب جا مثال واسطي اُن جي

## وَمَا مَوَاعِيْدُهَا اِلَّا الْاَبَاطِيْلُ

۽ نه آهن وعدا اُن جا مگر باطل بي بنياد

هن شعر ۾ قلب تشبيه جو آهي دراصل وعدا سعاد جا محبوبه جا مثل وعده عرقوب جي باطل آهن مگر هتي مبالغي واسطي ممثل بي کي مثال بڻايو ويو آهي يعني وعدا عرقوب جا مثل وعدن سعاد جي بي بنياد آهن

(عُرْقُوب) عين جي پيش سان هڪ شخص جو آهي جو عرب ۾ وعده خلافي سان مشهور ۽ معروف هو جئن تائين نالو رهندو آهي جيئن حاتم جو سخاوت سان ۽ سحبان جو فصاحت سان -

(مَوَاعِيْدُ) جمع آهي ميعاد جو مضاف عرقوب ڏانهن
اسم آهي كانت فعل ناقص جو
(لَهَا مَثَلُ) جملو اسميه خبر ٿي خبر انجي
(وَمَا مَوَاعِيْدُهَا) ما نافيه آهي مواعيد ها مبتدا
مضاف ها ڏانهن -
(اِلَّا اَبَاطِيْلُ) خبر مبتدا جي )

(۱۳) اَرْجُوْ وَ اٰمُلُ اَنْ تَدْنُوْا مَوَدَّتُهَا

اميد ٿو رکان ۽ آسرو ٿو ڪريان ته ويجهو ٿيندي دل انجي دوستي

وَمَا اِخَالُ لَدَيْنَا مِنْكِ تَنْوِيْلُ

پر نٿو ڀانيان ته واسطي اسانجي توکان ڪا عطا ۽ بخشش ٿيندي

(وَاٰمُلُ) همزه کان پوءِ الف ميم جي پيش سان مضارع متڪلم بالنفس آهي
اَمِلَ يَأْمَلُ اَمْلُ اُمُلُ جهڙو اَمَرَ يَأْمُرُ اَمْرًا -
(تَدْنُوْ) مضارع آهي دَنَا يَدْنُوْ دنو کان جهڙو دعا يدعو دعوا (دنو)
ويجهو ٿيڻ دنيا کي دنيا انهيڪري چئجي ٿو جو آخرت کان تمام
ويجهي آهي -
(وَمَا اِخَالُ) ما نافيه آهي اِخَالُ صيغو متڪلم النفس آهي
جهڙو اَخَافُ خَافَ يَخَافُ کان مگر همزه و حرف اٿين جو بني تميم
جي ٻولي ۾ زبر سان پڙهيو آهي هيٺ به زير سان ۾ وي آهي و
خال يخال خيالا خيال ڪرڻ -

(منک) ڪاف جي زبر سان خطاب آهي ته معشوقہ کي هن کي التفات چوندا آهن ـ

(تنويل) مصدر آهي (نولته) المال اي اعطيته نوال اهي مان اسم مصدر آهي يعني اها شيءِ جا عطا ڪجي ـ

(امل) اهي اميد کي چئبو جنهن جو حصول مشڪل ۽ بعيد هوندو آهي ۽ جيڪڏهن قريب الحصول آهي ته انهيءَ کي طمع چئبو آهي ۽ درمياني درجو طمع ۽ امل جي وچ ۾ تنهنکي رجا چئبو آهي ـ مطلب ته اسان وڏي اميد رکون ٿا ته دل گهريو مطلب ڏاهن مالڪ ٿيندي ۽ دل گهرون تي مهربان ٿيندي چوته

توان از دانہ ہای سبحہ درنست ؛ کہ دلہا را ابدل پارہ باشد

مگر نتو پايان ته عملي صورت ۾ هوءَ مونتي ڪا عطا ۽ بخشش ڪندي

(١٤) أَمْسَتْ سُعَادُ بِأَرْضٍ لَا يُبَلِّغُهَا

وڃي سعدي سعاد اهڙي ملڪ ۾ جو نه پهچائيندا آن کي

إِلَّا الْعِتَاقُ النَّجِيبَاتُ الْمَرَاسِيلُ

مگر پليون ڏاچيون جيڪي اصيل ۽ تيز رفتار هلڻ وارون هونديون

(امست) فعل ناقص ماضي مؤنث آهي امسى ڪان مسا ۽ صباح جي خلاف شام جي وقت کي چئبو آهي ظهران بعد مغرب تائين ـ

(تبلغ) فعل مضارع آهي منفي لا سان ۽ عل ان جو عتاق نجيبات صفتن سان مفعول ان جو ضمير ها جو متصل ان سان راجع سعاد ڏانهن

(عتاق) جمع آهي عتيق جو معنى ۽ اصيل ان پاڪ ۽ منکر

حاصل ۽ طمع ۽ تخيل

(رَجِيّاتْ) جمع آهي نجيبة جو يعني بيحد ڪيل ڏاچي
(مَرَاسِيلُ) جمع آهي مرسال جو۔ سولي هلندي۔ قتلا اُن
محبوب جو تعريف ڪري ها، شاعر پنهنجي ڏاچي جي تعريف ڏانهن
گريز ڪري ٿو، جو ته اَمْسَتْ سعاد اِلیٰ آخره۔

هن شاعر سڳوري جو ڪمال آهي جنهن ڪنهن ڪو نالو ڪنهن
شيءِ جي آڻي ٿو، ته يڪدم ٻه چار بيت اُنهيءَ صفت ۾ تعريف ۾ محبوب
ڏئي۔ مولانا رومي جي مثنوي ۾ گهوڙو ڪ ڳالهه ۾ ٻي ۾ ٻي ۾ ڏي ٿين
ايندي ويندي ونگي ٿيندي هيندي ويندي آهي۔
هاڻي شاعر اُنهيءَ ڏاچي جي تعريف ۾ پنهنجي سمند خيال کي هڻي
بيتن ۾ جولان ڏئي ٿو جو هي ٿو۔

(١٥)
وَلَنْ يُبَلِّغَهَا اِلَّا عُذَافِرَةٌ

۽ پهچائيندي اُنهن کي                مگر اها ڀاري ڏاچي

لَهَا عَلَى الْاَيْنِ اِرْقَالٌ وَّتَبْغِيلُ

جنهن کي باوجود ٿڪ جي هلڻ ۾ ڊوڙڻ ۽ سوار جو چيو ڪرڻ هوندو

(وَلَنْ تُبَلِّغَهَا) فعل مضارع معلوم مفعول اُن جو ضمير ها۔ جو
راجع سعاد ڏانهن ۽ فاعل اُن جو عُذَافِرَةٌ آهي
(عُذَافِرَةٌ) ٿلهي مضبوط ڏاچي کي چئبو آهي
(الْاَيْن) اين ٿڪجڻ۔
(ارقال) تکو پنڌ ڪرڻ) ڊوڙڻ)

(تبعيل) عين مهمله سان فرمانبرداري ڪرڻ - ٻار جو مردجي جيئي ٻُر هڻڻ -

عربن جي سواري ۽ دور دراز سفرن طئي ڪرڻ لاءِ پلاٿيري ۽ پلاڻ هن وقت جي قيمتي ٿنور لئت "موٽرن" جو قائم مقام هوا جنتي هو پنهنجو اهل وعيال ۽ سڀ ساما سفر جو گڏ ڪندا هوا "هودج" يعني ڪجاوا عربن جا متنقل گهر هوا - بحري سفر آهه پيڙيون ۽ بري سفر لاءِ اُٺ ڪم ايندا هوا - هوائي جهاز ۽ موٽر ڪونه هوا تهنڪري شاعر پنهنجي زماني جي مطابق ظهار صورت حال جو ڪيو آهي - ۽ سعاد وت جلد پهچڻ لاءِ پنهنجي برق رفتار ڏاچيءَ تي چڙهي ٿو -

(١٦) مِنْ كُلِّ نَضَّاخَةِ الذِّفْرَى إِذَا عَرِقَتْ

آهي ڪنا جنس پڳهر وهڻ واري ڪنن وٽان جهن وقت پگهر نڪري

عُرْضَتُهَا طَامِسُ الْأَعْلَامِ مَجْهُولُ

پيش نظر ان جي گم ٿيل نشان رستن جا ۽ نا معلوم وائون آهن

(مِنْ كُلِّ) جار مجرور خبر آهي مبتدا المحذوف جي يعني هي ڪل آهي معنا نوع جي آهي نه جز ان جي -

(نَضَّاخَةِ) خي منقوطه سان صيغو مبالغه جو آهي نضخ کان نضخ پاڻي سان پسائڻ ۽ پاڻي هڻ کي چئبو آهي نضح حي حطي سان پاڻي جا چنڊا هڻڻ ۽ تو ۽ پسائڻ کي چئبو آهي -

پھر يون ته جو پيسائل جو مسح آهي پيو بك نيون نضح جو تون نضخ پنجون غسل-

(ذفري) ذال جو پر الف منقوصه سان کنن جي پنيان هڏي تيندي آهي تنهنجو نالو سندي ۾ کونه آهي پوءِ آئون ڇا ٻڌايان-

(عرضتها) عرضه عين جي پيش سان کوشش- سعيو- مد نظر

(طامس) ڏنل- ڍهي ويل- مٽجي ويل-

(اعلام) جمع آهي علم جو نيشانيون- علامتون-

مطلب ته هي ڏاچي اهڙي تکي ۽ ڏٽ پنڌ ڪرڻ واري آهي جو سڀني نڪم جاوجهي ۾ کن جي پاڙن ونان ڀڳي پيو ٿيي- ۽ اهڙي هوش سمجهه واري آهي جو گم ٿيل رستا ڏئل پيچرا ٻه ڳوليو هٿ ڪري-

(١٠) ترمي النجاد بعيني مفرد لهق

ٿي چتي تيز نظر ڪرڻ سان مٿاهين دڙن کي سان اکين (مثل) اڇي ڳو جي

إذا توقدت الحزان والميل

جنهن وقت سڙن ٿا پٿا جبل جاءِ دڙا ادا ري جا

(ترمي النجاد) نجاد جمع آهي نجد جو مٿاهين زمين- مٿاهان دڙا جبل جا يا واري جا- ڪن نسخن ۾ ترمي الغيوب آهي غيوب اهي رستا جن جا نيشان ميٽجي گم ٿي ويا هجن-

(مفرد) جبل جو ڍڳو (سڙ) جنهنجو تو ٻچي جبلن ۾ شڪار ڪندا آهن تنهنجو نظر تمام تکو تيز ٿيندو آهي-

(لهق) اڇي رنگ جي صفت آهي مفرد جي-

(توقدت) فعل ماضي مؤنث آهي فاعل ان جو حزان والميل آهي
(وقود) باه جو ٻرڻ ۽ گرمي کان تپي وڃڻ کي چئبو آهي۔
(حزان) جمع آهي حزن جو سخت زمين يا پهاڙي رستا۔
(ميل) جمع آهي ميلا جو ڊگها دارا جا۔

## (١٧) ضَخْمٌ مُقَلَّدُهَا فَعْمٌ مُقَيَّدُهَا

ٿلهو آهي ڳاٽو اُن جو ، پريل آهن پيرَ اُن جا

## فِيْ خَلْقِهَا عَنْ بَنَاتِ الْفَحْلِ تَفْضِيْلُ

منجهس سونهن اهڙي کنا جنهن سبب ٻين ڏاچين کان زياده فضيلت آهي

(ضخم) ضخيم ٿلهو ويکرو۔ خبر مقدم آهي
(مقلدها) مبتدا مؤخر آهي مقلد ها ڳچي اُن جي جاءِ قلادہ يعني ڳاٽي ٻڌڻ جي۔
(فعم) پر جڻ افعم الاناء پر ٿيا ٿانو کي فلانٌ فعم الاعضاء يعني پريل مضبوط عضون وارو آهي۔
(مقيد) جاءِ ڏاڻ ٻڌڻ جي يعني پير اغا ثلاثي مزيد کان اسم ظرف اهي باب جي اسم مفعول جي وزن تي اين وآهي كما هو المظہر في علم الصيغہ۔
(في خلقها) ظرف مستقر خبر مقدم آهي تفضيل اُن جي مبتدا مؤخر۔
(خلق) خي زبر سان۔ فطرت پيدائش کي چئبو آهي خي جي پيش سان۔

عادت تنهنجو جمع اخلاق تي ايندو آهي.

(عن) بمعنا على جي.

(بنات الفحل) ڏيون نرن جون يعني ڏاچيون جيئن انسان کي بنات آدم چئبو آهي. تيئن حيوانن کي بنات الفحل.

**غَلْبَاءُ وَجْنَاءُ عُلْكُومٌ مُذَكَّرَةٌ**

ڳچي ٿلهي - پريل ڳلن سان پهلوان مرداڻي ڏاچي آهي

**فِي دَفِّهَا سَعَةٌ قُدَّامُهَا مِيلُ**

جنهن جي پاسن ۾ ويڪرائي ۽ ڳچي ۾ ڊگهائي آهي

(غلباء) مضبوط ڳچي واري ڏاچي.

(وجناء) ڳلن پريل ڏاچي.

(علكوم) زور واري پهلوان ڏاچي.

(مذكرة) ميم جي پيش كاف جو شد ۽ زبر سان نرسان مشابهت رکڻ واري يعني بار کڻڻ ۽ پنڌ کرڻ ۾ مرداڻي پهلوان

(دف) پاسو ارتيون - ڪنهن شاعر چيو آهي

سجده آريد درميان دو كف

شكم از دان دو دوست از دف

(قدامها) قاف جي پيش ۽ دال جي شد سان اڳيان اڳيون طرف.

(قد امها ميل) يعني ڳچي ايتري ڊگهي آهي جو ... ميل ... [illegible]

عرب چوندا آهن "كدا منك" اِلّيان تنهنجي شتر يا كدام شتر يا
گڏ امر ثو، واڳي ثو، واڳي -

(ميل) ميم جي زير سان ٻيل جو مفاصلو اڍ كوه - تنهنجي ڄاڻ ميل
ڏيکي ٿنيپ جهڙي نيشان كي به ميل چوندا آهن جيئن صفا مروه
۾ ميلين اخضرين وادي جي هن طرف ۽ هن طرف به نيشانيگل آهن -

(٢٠)

# وَجِلْدُهَا مِنْ أُطُومٍ مَا يُؤَيِّسُهُ

۽ كل ان جي (مثل) كچون جي آهي جو ٿو ايذاءُ ڏئي ان كي

# طِلْحٌ بِضَاحِيَةِ الْمَتْنَيْنِ مَهْزُولُ

كمزور چهنب ٿي منهن پاسن پٺ اُن جي سو جو اڀرو ٿيل آهي بكان

(جلدها) مبتدا مضاف آهي ضمير ها راجع ناقه ڏي آهن -

(من اطوم) جار مجرور شي خبر آهي مبتدا جي -

(اطوم) بروزن اكرم دريا جو كچون جنهنجي كل لسي ٿلهي
ٿئندي آهي

(يؤيسه) لانفي جو يؤيس فعل مضارع بروزن يوكه
فاعل ان جو طلح مفعول اُن جو ضمير بارز متصل اُن سان راجع
طلح مؤخر ڏانهن -

(طلح) ڇڇڙ جانور جو چوندا آهن "البعير طلح" يعني اُن اپرو
ڇڇڙن وارو آهي -

(ضاحية) پاسو هو طرف حيوان جو جيكو اُس ۾ ظاهر هجي

**متتين:** ”تتنيو آهي متن جو“ متن يعني پٺ السنا يا جيوان جي پٺ جي ڪنڍي جا ٻه پاسا آهن سا جو ءِ ڪا ٻوٿ ٿنڪري تقيو ڪيو ويو آهي.

**(مهزول)** اهڙو ڏٻرو طلح موصوف صفت ٻهرين اُن جي بِصَاحبته المتتين ٻي صفت اُن جي مهزول آهي.

مُطلب ته ان جي ڪُل اُهڙي لسي ۽ ٿرڪڻي آهي جو ڇڙ هي ڇهڻي نتو سگهي ٿنڪري ڇڙ هميشه ٽڪيو پيو هيٺ ٿُلهي جانور جي ڪل هميشه مخمل جهڙي صاف لسي چلڪڻي ٿيندي آهي بخلاف ان جي ڏٻرن جانورن جي ڪل گهڙي ڇڙن سان پريل ٿيندي آهي.

(٢١)

## حَرْفٌ اَخُوْهَا اَبُوْهَا مِنْ مُهَجَّنَةٍ

اها اهڙي ڏاچي جا ٻاءُ اُن جو ڀاءُ ان جو آهي اصيل عربي نسل جو آهي

## وَعَمُّهَا خَالُهَا قَوْدَاءُ شِمْلِيْلُ

۽ چاچو ان جو مامون اُن جو آهي ڊگهي ڳچي ۽ تکي هلڻ واري آهي

(حرف) ح جي زبر ۽ ر جي سکون سان مادي اُن خبر آهي مبتدا محذوف

(مهجنه) م جي پيش ج جي شد سان اهي نسل جي عربي نسل

(قوداء) اها ڏاچي جنهن جي ٻن ۽ ڳچي ڊگهي هجي.

(شمليل) ش جي زير سان شملال ۽ سمليل تکي هلڻ واري ڏاچي.

(اخوها ابوها) ۽ عمها خالها جي لفظي معنا ته معلوم آهي مگر

مطلب ۾ فهم اڻجو مشڪل آهي. صاحب اسعاد شارح قصيده
جي فقط ايترو لکيو آهي ته اهاڏا ڇي      اصيل آهي جنهنجا مائٽ
سڀ پاڻ ۾ عزيز قريب آهن غير جنس غير قوم جي ڪا اُڳ
اُن ۾ گڏيل ڪانه آهي. شايد هن سبب ڪري ته اهيا مجازي
معنيٰ سمجهڻ ۾ سولي آهي حقيقي معنيٰ اخو ابو ۽ عم خال جي هن
بيت مان سمجهڻ مشڪل آهي مگر ٻين ڪتابن ۾ هن بيت جو
جو حل ۽ اصل صورت هن طرح لکيل آهي.

ته هڪڙو اُٺ پنهنجي ڌيءُ تي ويٺو اُنهيءَ مان گوڻو پيدا ٿيو
ٻيو دفعو اُن مان گوڻو پيدا ٿيو. اهي ٻئي گوڻا ٿيا پاڻ ۾ پائر
سڳا ۽ ماءُ انهنجي سندن ڀيڻ پڻ آهي. پوءِ اُهن گوڻن مان
هڪڙو وڃي پنهنجي ماءُ تي ويٺو. حالانڪه اها هنجي ڀيڻ پڻ هئي
تنهن مان گوڻي پيدا ٿي اها گوڻي اهاڏا ڇي آهي جيڪا شاعر
جي ممدوح ۾ بيتن ۾ مذڪور آهي پوءِ هن ٻن گوڻن پائرن مان
هڪڙو آهي پيءُ اُن جو جنهن هنکي ڄڻيو آهي ۽ اُهو ساڳيو هنجو مامو
پاءِ پڻ آهي. ۽ ٻيو گوڻو چاچو اُن جو آهي جو تنهن جي جو پاءِ آهيس ۽ اهو
ساڳيو هن جو مامو پڻ آهي ڇو ته ماءُ جو ڀاءُ آهيس
هن جو حل فارسي ۾ هڪڙي شاعر هن طرح ڪيو آهي

بعيري جفت شد با دختر خويش
بشد پيدا الاغ و اشتر نريه
پسر با مادر خود جمع چون شد
بر آمد ناقهٔ ڪعب حسينه

فائده — هيءَ هڪڙي مثال جو هڪڙو سوال مسئلي جي صورت

ڳجهارت طور چيل آهي ته طالب العلم امتحان طور پڇندا آهن
شخصي لسفر رفت ازو ماند بسي مال ؛ وارث دو نفر داشت يکي عم ديگر خال
حال خالش پسر عم و عمش پسر خال ؛ اي مفتي آفاق چه فتوي است درين
هنجو جواب مولوي صاحب همايوني جي فتوي فقه مطبوع
۾ ڏنل آهي جنهنکي شوق هجي مذکوره فتاوي جي پڇاڙي ۾
ڏسي - هتي اسانکي لکڻ ۾ ڊيگهه کرڻ جو ضرورو نه آهي

# يَمْشِي الْقُرَادُ عَلَيْهَا ثُمَّ يُزْلِقُهُ

تو هلي چچڙ متي اُن جي پوءِ ترکائي ڇڏي چچڙ کي

# مِنْهَا لَبَانٌ وَ اَقْرَابٌ زَهَالِيْلُ

معنان اُن جي چاتي ۽ پاسان جا جي لسا ۽ چکنا آهن

(يمشي القراد) فعل فاعل جملو خبريو آهي -
(قراد) ق جي پيش سان چچڙ جيکو جيوانن کي چنبڙندو آهي
جيئن جيون انسان کي -
(يزلقه) فعل مضارع ثلاثي مزيد زلق کان بمعنا ترکڻ
۽ ترکائڻ جي هو ضمير متصل اُن سان راجع قراد ڏانهن مفعول
اُن جو مقدم آهي فاعل ان جو لبان و اقراب آهي -
(منها) من بمعنائي عن جي ۽ ضمير ها جو راجع ناقه ڏانهن
جار مجرور متعلق آهي يزلق سان
(لبان) ل جي زبر سان چاتي حيوان جي -
(اقراب) جمع آهي قريب جو قاف جي پيش سان پاسو

ڪکيون حيوان جون -

(زهاليل) جمع زهلول جو بروزن عصفور سٽي -
چڪني - لشتي شئي صفت آهي اقراب جي -

(٢٣) **عَيْرَانَةٌ قُذِفَتْ بِالْنَحْضِ عَنْ عُرُضٍ**

مثل گورخر جي آهي پريل آهن ساڻ گوشت جي پاسن اُن جا

**مِرْفَقُهَا عَنْ بَنَاتِ الزَّوْرِ مَفْتُولُ**

ٺونٺيون اُن جون ساڻ بندين ڇاتي جي مضبوط ڳنڍيل آهن

(عَيرانة) خبر آهي مبتدا محذوف جي - اي هي عير عين جي
زبر سان گورخر ۽ عين جي زير سان قافلو اُن جو جي
بمعنا گورخر آهي -

(قذفت) قذف يقذف يا ڪنهن شئي جا اُڇلائڻ هٿ سان اُڇلائي
هڻڻ -

(نحض) نون جي زبر ۽ حطي جو سڪون ۽ ضاد منقوط سان
گوشت جا وڏا ٽڪرا -

(عرضٍ) عين جي پيش سان پاسو طرف ڪنهن شئي جو -

(مرفقها) ميم جي زير ۽ بر سان ف جي زبر سان قاسي
آرنج - سند هي ٺونٺ هتي مراد اگيان پير گوڏا ڇاهن

(بنات الزور) زور جي پيش سان ڪوڙ ظلم ٿگي کي
چيو آهي هتي ز جي زبر سان ڇاتي سينه جو ٺنٺيون پاسراٽيون
جن جا مٿا پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن -

(مفتول) فتل يفتل کان مسوٽڻ وٽڻ مفتول ڳنڍيل

وَتِيل - مضبوط شئ - شمعدان جي وٽ کي به انهيءَ کري فتيله چوندا آهن -

(بَنَاتُ الزَّوْرِ) جي معنيٰ برابر سمجهڻ ۾ مونکي نٿي اچي - (ضُلُوعُ الزَّوْرِ) ڇاتي جي پاسرائن کي چئجي ٿو - بنات الزور شايد اصطلاحي نالو ڪنهن شئ جو آهي جنهن مان مضبوط ڏاڍا رسا وٽڻ ۾ ايندا آهن -

# كَأَنَّمَا قَابَ عَيْنَيْهَا وَمَذْبَحُهَا

گويا مفاصلو اکين ڪان ذبح جاءِ کهٽ تائين

# مِنْ خَطْمِهَا وَمِنَ اللَّحْيَيْنِ بِرْطِيلُ

گهڻي پوٿ ۽ جاڙين جي سخت پٿر آهن

(قَابَ) مقدار - اندازو - مفاصلو - ڪنهن شئ جو (مَذْبَحُهَا) ڇاتي جو مٿيون پاسو جاءِ ڪهڻ اُن جي مِنْ خَطْمِهَا وَمِنَ اللَّحْيَيْنِ ۾ مِنْ بنهي جاين تي بيانيه آهي (خَطْمِهَا) خي جي زبر سان جانورن جي نڪ ۽ منهن جو سامهون پاسو جنهنکي فارسيءَ ۾ پوز ۽ سنڌيءَ ۾ بوٿ چوندا آهن - (لَحْيَيْنِ) تثنيو آهي لحيه جو جاڙيون يعني هيٺيان ڏندن جي ايرڪ ڦڙڪ واري هڏي -

(بِرْطِيل) ب جي زبر سان ڊگهو ٿلهو پالوهه جي پاهوڻ جي (كَأَنَّهَا) حرف مشبه بالفعل قاب عينيها پنهنجن معطوفن سان اسم اُن جو - برطيل خبر اُنجي -

يعني هن جو منهن ڳچي پوٺ جا ٽڪ اهڙا يعني محڪم مضبوط آهن
جو ڄڻ گويا ڳها ڏاڍا پُٺ آهن جن هن هن جو نازڪ عضون جي ڏاڍائي
۽ مضبوطائي اهڙي آهي ته هن ٻيا عضوا ٻين اُٺن جا بطريق
اولیٰ سخت ۽ مضبوط هوندا ته هنڪري شاعر فقط اهي نرم عضوا
پنهنجي شعر ۾ مذڪور ڪيا آهن-

(٢٥) تَمُرُّ مِثْلَ عَسِيبِ النَّخْلِ ذَا خُصَلٍ

ٿي هلي پڇ پنهنجو مثل ٽاري کجي جي ڳُڇيل وارن واري

فِي غَارِزٍ لَمْ تُخَوِّنْهُ الْأَحَالِيلُ

مٿي اُهي پنهنجي ٿڻ جنهنکي ڪو نقصان نه رسايو آهي کير جي سورن

(تَمُرُّ) مُرَّ جي مشتق سان فعل مضارع معروف آهي ڪتاب باب
امرار جي مرسي يا ڏاڍي ڪي ڏاڍو وقت ڏيڻ ۽ مشهور معنيٰ
هلڻ جي آهي هتي ٻي معنا ٻُون ٺهن ٿيون فاعل انکا جو ضمير
مستتر هي راجع ناقه ڏانهن آهي ۽ مفعول اُنجو ذنبها بمعناء
پُڇ جي مقدر محذوف آهي ۽ موصوف آهي
(مِثْلَ عَسِيبِ النَّخْلِ) انجي صفت آهي. عسيب کجي جي ٽاري
تاريءَ کي چئبو آهي جنهن اڃان ترڙ پکڙيل نه هجن-
(ذَا خُصَلٍ) خصل جمع آهي خصلة جي پيش سان ڳچڪو
ويڙهيل وارن جو-
(فِي غَارِزٍ) جار مجرور متعلق آهي تمر سان غارز چئبو آهي ٿورڙي
کير وارن جو اُٺڻ ڪي هتي في بمعناء علي جي آهي-

(لم تخونه) فعل مضارع منفي لم سان فاعل انجو اما ئيل آهي

(نحاليل) جمع آهي احليل جو ٿڻ جا سوراخ يا آلت جو سوراخ

مطلب ته هن بيت ۾ ڏاچي جي ٿڻن جي تعريف ڪري ٿو ته پڇ

ان جو ولهڻ سان ڏاڍو ڳتيل آهي مثل ٿڌارن جي ڪجهه جي آهي

جو وقت رنگي ٻنهي ٿڻن تي هڻي ٿي ـ جنهن طاقت ۽ مست

انهن جو قاعدو آهي ۽ ٿڻن جي سوراخن مان ڏڌ جي ڪري

ڪو نقصان ياڍ لائي هئي اوهو ڪي ڪانه هئي آهي پڻ ڪيرائو سعو آهي

(٢٦)
**قنواءُ في حُرَّتيها للبصير بها**

ڪنڌ ڊگها آهن ٻنهي ڪنن ان جا واسطي ڏانا ماڻهو جي

**عتقٌ مبينٌ وفي الخدّين تسهيلُ**

سهڻائي ظاهر آهي ان ۾ ۽ ٻنهي رخسارن ۾ سنوت سهڻائي آهي

(قنواء) جنهن جا ڪن ڊگها ۽ وڏا هجن خبر آهي مبتدا محذوف جي

(في حرتيها) تثنيو آهي حرة جو نون اضافت ڪري ويو ـ

يعني ٻنهي ڪنن ان جا ـ

(للبصير) معنيٰ ڏسندڙ ته دانا ۽ قابل ماڻهون ـ جيڪو انهن جي

قيافي ۾ ماهر هجي ـ جار مجرور متعلق آهي مبين سان ـ

(عتق مبين) مبتدا مؤخر ۽ للبصير بها خبر مقدم آهي ـ

(عتق) عتيق چئبو آهي سهڻون مٺو ـ خوبرو ۽ آزاد ماڻهون کي

هتي ايهي سڀ معنائون ٺهي ٿيون ۽ انهن معنائن ڪري حضرت ابابڪر

صديق جو لقب عتيق پيو آهي ـ

(في الخدين) تثنيو آهي خد جو بمعنا ڳل جي۔
(تسهيل) نرمي۔ لساڻ سوڌ ائي۔ تسهيل مبتدا مؤخر آهي
في الخدين انهيءَ جي خبر مقدم۔

(٢٤)

## تَخْدِي عَلَى يَسَرَاتٍ وَهِيَ لَاحِقَةٌ

ٿي ڊوڙي ٿي سنهين ٽنگن تي، جڏهن ته آهي اڳين اٺن کي

## ذَوَابِلٍ مَسُّهُنَّ الأَرْضَ تَحْلِيلُ

سي آهن سنهين پيرن واريون جن جو زمين کي فقط قسم جي پوري ڪرڻ لاءِ آهي

(تخدي) فعل مضارع مؤنث آهي فاعل انجو هي ضمير راجع ناقه ڏانهن آهي۔
(خدي) هڪڙو نوع پنڌ جو آهي جو ڊوڙڻ وقت تمام تکو جنهنکي سنڌي ۾ ٽوڙ چوندا آهن۔
(يسرات) جمع آهي يسرة جو سنهيون ٽنگون۔ جنهن ۾ صوف جو پائي جون ٽنگون سنهيون ٿينديون آهن۔ اهو ونڌ ڏٽ ۾ ٽنگو پٽيند وجهيئن هرڻ يا قاڙهو۔
(وهي لاحقة) اهو جمله حاليه جو آهي۔
(ذوابل) جمع آهي ذابلة جو ذبل جي معنا اپروٽيڻ ڪنهن شيءِ جو ڪوماڻجي وڃڻ سنهن پيرن کي به ذوابل چيو آهي۔
(مسهن الارض) مس جي معنا ڪنهن شيءِ کي ڇهڻ هٿ لڳائڻ) مبتدا مضاف آهي ضمير هن جو راجع آهي يسرات ڏانهن۔

(تحليل) تبرا آهي انهي مبتدا جي - تحليل جي معنيٰ قسم کي سچو ڪرڻ. فقط ٿورو ورتائي نام ڪرڻ جنهن قسم ۾ حانث ٿيڻ جيئن روئي جي چوڻ لاءِ هڪ قرآن وارو جو ڪافي آهي-

وهي ڪاحقر جو مطلب هي آهي ته پنڌ ۾ جيڪي هن ڪان اڳي هلڻ وارا وهٽ هوندا آهن تن کي هي ڊوڙي وڃي پهچندي آهي هِن کان اڳي ڪو وهٽ نڪري نٿو سگهي نه اڳين ڪان پوئتي هٽيو آهي

## (٣٨) سُمْرُ العُجَايَاتِ يَتْرُكْنَ الحَصَى زِيَمًا

پيرن جهڙن پنڊين سان ڪري ٿي جدا ۾ پٿرين کي پاڻ بکيرا پيرين

## لَمْ يَقِهِنَّ رُؤُوسَ الأُكْمِ تَنْعِيلُ

نه بچاءُ ڏني آهي انهي پيرن کي ٽڪرن جي دٻهه ڪري ڌاري ڄڻ نعل

(سُمر) جمع آهي اسمر جو - سمرة جي معنيٰ ڪڪڙ رنگو ۽ سمر جي معنيٰ پيرو - مشبه به مضاف ٿيو آهي مشبه ڏانهن -

(العجايات) جمع آهي عجاية جو - جانورن جي عضون جو پنڊيون مشبه به مضاف -

(يترڪن) صيغو جمع فعل مضارع جو آهي ضمير هن ۾ راجع آهي يسرات ڏانهن

(زيما) رام يزيم زيما جدا ڪرڻ ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ بکيرڻ

(لم يقهن) لم يق فعل مضارع آهي وقى يقى کان ني لم جا نشان ڪري ويئي هن ضمير جمع مؤنث جو راجع يسرات ڏانهن پهريون مفعول آن جو رءوس الاكم ثاني مفعول ان جو

(الاكم) جمع آهي اكمة جو الف ۽ كاف جي زبر سان- (اكُم) جمع اُنجو الف جي پيش سان ڏڙا يلنه پٽن جا.

(تنعيل) جانورن جي سنب کي نعل هڻڻ فاعل آهي لم ينقهن جو يعني پيران جا هڏا آهن جو پٿريلي سخت زمين تي پٿرن جي ڏڙن تي هلڻ جي ڪاپر ولاڻي ڪانه آهيس نه نعلبندي جي حاجت ٿي آهيس.

۲۹

# كَأَنَّ أَوْبَ ذِرَاعَيْهَا وَقَدْ عَرِقَتْ

گويا اوٽ مرٽ هنجي ٻاهن ۽ ٽنگن جي حالانکه پگهر جي وجهي ٿي نڪتي

# وَقَدْ تَلَفَّعَ بِالْقُورِ الْعَسَاقِيلُ

جنهن وقت تپي گرم ٿي وڃنا ساڻ جبلن جي ٽڪ پٽ ۽ ميدان -

(كَأَنَّ) حرف مشبه بالفعل اَوْبَ ذِرَاعَيْهَا اسم اُن جو (ذراعا عيطل) چوٿين بيت ۾ خبران جي.

(اَوْب) اب يؤب اوبا موٽڻ ماب جاءِ موٽڻ جي.

(ذِرَاعيها) تثنيو آهي ذراع جو يعني ٻانهن ويپران ڏاٻي جا.

(اذ (عرقت) كن نسخن ۾ وقد عرقت آهي يعني جنهن وقت نڪي هلڻ سان پگهر ڦي ڪري.

(تلفع) باهيسان ياگرم هوا سامنهن جو سٽڻ جهولو لڳڻ تلفح فعل ماضي فاعل ان جو عساقيل آهي.

(القور) جمع آهي قارة جو ننڍو جبل-

(العساقيل) مفرد بروزن جمع نرج- سراب- سج جو تڦ ٿي زمين

اُٺڻ جو قاعدو آهي ته رات جو پاسرديءَ جي وقت بند ڪري جو
۽ منزل طئي ڪري جو ڪم جهڳيا صُبح ڪنڌ آهن مگر شاعر موصوف
پنهنجي ڏاچيءَ جي تعريف ڪري ٿو ته هيءَ ڏاچي سخت گرميءَ جي وقت
به تيز رفتاريءَ مرڪي ڪانه ٿي ڪري.
هاڻي هينئن ٻه بيت انهيءَ ڏينهن جي شدّت گرميءَ بابت جوڙي ٿو.

(٣٠)
يَوْمًا يَظَلُّ فِيهِ الْحِرْبَاءُ مُصْطَخِدًا

منجهو اهڙي ڏينهن جو رهي ٿو الحرباء (ساهڻ وڪرڙي) ڪان تپنده ۾ ستريل

كَأَنَّ ضَاحِيَهُ بِالشَّمْسِ مَمْلُولُ

جڻ ته پاسو اُن جو سانڍ سج جي لڳڻ ۾ پڪل آهي.

(يَوْمًا) ظرف زمان آهي يظل جو
(الحرباء) ح جي زير سان ساهڻ وڪرڙي جانور آفتاب پرست
جيڪو سج جي شعاع تي مختلف رنگن سان ڏسبو آهي.
(مصطخدًا) مجرد باب صخد کان اصطخاد افتعال جو باب ٿيل فيه
بڻيو آهي سج جي تڙي کنهن شيءِ جو سڙڻ.
(ضاحيه) سج کي سامهون ٿيندڙ پاسو ظاهر پاهريون طرف
(مملول) اسم مفعول آهي مَلُّ کان، معاني تانبي تي پچائڻ
(يَظَلُّ) هي لفظ هن قصيده ۾ مڪرر آيو آهي ظَلَّ - اَصْبَحَ اَضْحىٰ
اَمْسىٰ اِهي ابواب افعال ناقصه مان آهن اسم خبر گهرن - اسم انجو
مرفوع ۽ خبر منصوب ايندي آهي انهن جي معنا ٿون ڪم ڪرڻ جي وقت

کي ظاهر ڪن ٿيون. جيئن ڪم سڄو ڏينهن منوار جي ٽارن ۾ ظل
چئبو آهي جيئن ظل زيد قائما يعني زيد سڄو ڏينهن قائم رهيو ۽ لفظ بات
ڪرڻ بات چئبو آهي جيئن وبات زيد نائما. صبح جو سوير وقت اصبح
۽ ڇهرن جو وقت اضحى. شام جو وقت امسى. ۽ بغير پاڻ پنهنجي معنى جي
به استعمال ڪيا ويندا آهن-

(٣٧) وَقَالَ لِلْقَوْمِ حَادِيهِمْ وَقَدْ جَعَلَتْ

۽ ٻڌايو جماعت کي قافلي سالار انهن جي حال هي ته ان وقت گرمي جي ڪان

وُرْقُ الْجَنَادِبِ يَرْكُضْنَ الْحَصَى قِيلُوا

سائن مکڙن ــــ ٿي ريڙهيو پٿرين کي آرام ڪريو ٿا پر ڪريو

(حَادِيهِمْ) حادي اسم فاعل آهي. حدي مان جي ڪان حدا چئبو آهي خوش
آوازي سان قافلي کي هلائڻ ۽ انن کي ڪاهڻ. هتي مراد قافله سالار آهي
(وَقَدْ جَعَلَتْ) فعل ماضي معلوم ورق الجنادب فاعل اٿس
(وُرْق) جمع آهي ورق جو سائو رنگ. ڪارائٽ ڏانهن مائل جهڙو
ڪبوتر جو. انهيءَ سبب ڪري ڪبوتر کي عربي ۾ ورقاءُ چوندا آهن
(الجنادب) جمع آهي جندب جو هڪڙو قسم آهي سائن مکڙن جو
(يَرْكُضْنَ) مضارع آهي ورڪض کان پير سان ڪنهن شيءِ کي
تيزيءَ سان ڪرڻ گهوڙي کي تکي هلائڻ لاءِ ڳري هڻڻ کي به رڪض
چئبو آهي-
(قِيلُوا) امر آهي قيلوله کان ٻپهرن جو سمهڻ آرام ڪرڻ آهي
اڄ ڪلهه عربستان ۾ يا هندوستان انهن سان گڏجي باغيم مانڊي محفل

ڪرڻ کي گهرجي ڪافا سان جوڙيندا آهن - هن قيلوا مقول آهي متين
قال جو يعني قافلي سالار ٻنهي جماعت کي چيو قيلولو هاڻي لهي ٿا پر ڪريو
آرام وٺو - جيئن گرمي اهڙي تيز ٿي وئي آهي جو مڪڙ به گرمي کان ٻنهي
پيرن ساڻ ترڻ کي رهيا هي هينئان مٿي ٿي ٽڏي جاءِ ٿا گولين

(٣٣)

شَدَّ النَّهَارِ ذِرَاعَا عَيْطَلٍ نَصَفٍ

وقت شدة گرمي جي مثل ٻانهن اڌهي خوبصورت جوان عورت

قَامَتْ فَجَاوَبَهَا نُكْدٌ مَثَاكِيلُ

جاڳي بيٺي ۽ وٺڻ پيٽ لاءِ نوحه ڪرڻ ياري ڪيو ڏکوين وٺڻ پرولا

(شَدَّ النَّهَار) وقت اشتداد ڏينهن جي يعني ٻپهرن جي گرمي ۾ وقت
ظرف زمان آهي متعلق قيلوا سان -
(ذِرَاعَا) تثنيو آهي ذراع جو ٻانهن - ڪرائي يعني نوڪ کان
هٿ جي درمياني آڱرين جي چوٽي تائين لمبائي -
(عَيْطَل) خوبصورت ڊگهي ڳچي واري عورت -
(نَصَف) ن ۽ ص جي زبر سان اڌوڙي زال جنهن جي عمر جواني ۽
پوڙهپ جي وچ ۾ هجي ، عربي ۾ انهيءَ کي ڪهل ۽ ڪهولت چوندا آهن سا
ٻنهي ۽ چاليهن جي درميان آهي -
(قَامَتْ)
(فَجَاوَبَهَا)
(نُكْدٌ) نون جي پيش سان جمع آهي نڪداء جو اهڙي زال جنهن کي گهٽ اولاد
مري ويا هجن -

(مَشَاكِيل) جمع آهي مثڪال جو اهڙا ڄال جنهن کهڙا اولاد وڃايا
هجن صفت آهي ثڪل جي.
هن بيت کي لڳايو ڪَأَنَّ اَوْبَ ذِرَاعَيْهَا ذِرَاعَا عَيْطَلٍ نَصَفٍ
نه ربط نه وجهي. يعني ڏاچي جي ٽنگي هلڻ ۾ پيرن جي چُرڻ ڦرڻ
اهڙو تڪڙو والهانو. جهڙا ٻانهن سان هو جهڙو رڙ پٽڻ
وارين ڄالن جو هجي.

(٣٣)
**نَوَّاحَةٌ رِخْوَةُ الضَّبْعَيْنِ لَيْسَ لَهَا**

جيئن روڻ پٽڻ واري جنهن ڄال سست ٻانهن واري ڇهنگي جن هن

**لَمَّا نَعَى بِكْرَهَا النَّاعُونَ مَعْقُولُ**

پٽ ڪرڻ جي خبر ٻڌائي وئي ته نه رهي عقل اُنهي بيهوش ٿي وئي

(نَوَّاحَة) صيغو مبالغ جو آهي صفت آهي عيطل جي مشتق نوح
کان نوحه رُوڻ پٽڻ ميّت جي ٻنيان. ناحه ڪيل ڪاري عورت
(رِخْوَة) ر جي زير ۽ خ جي سڪون سان. نرم. سست.
(الضَّبعين) تثنيو آهي ضبع جو ض جي زبر ۽ ب جي سڪون سان
ٻانهن جو اهو ٽڪر جيڪو ڪُلهي جي وچ ۾ آهي.
(نَعَى)
(بِكْر) ب جي زير سان پهريون اولاد. پو ٻيٽو پٽ هجي يا ڌي
(النَّاعُون) جمع آهي ناعي جو. موت جي خبر ٻڌائڻ وارو ۽ ماتم
ڪرڻ وارو.
(مَعْقُول) اسم مفعول آهي بمعنا مصدر جي. يعني عقل اسم

آهي ليس جو۔

(لَهَا) جار مجرور، خبر ليس جي مقدم آهي ۽ وجھ مرد لما

فعلي بكرها

(النَّاعُونَ) جملو معترضو آهي يعني ليس لها عقل اذا نعى

بكرها النَّاعُونَ

(٣٤)

# تَفْرِي اللَّبَانَ بِكَفَّيْهَا وَمِدْرَعُهَا

ڦاڙي ڇڏي ٿي سينو پنهنجي ٻنهي هٿن سان ۽ پنهنجي چولي جو

# مُشَقَّقٌ عَنْ تَرَاقِيهَا رَعَابِيلُ

ڦاٽل ڇيڙيل آهي ڳچي وٽان گويا ڪ ڇيڙي عورت آهي

(تفري) مضارع آهي فري كان بمعنا ڦاڙڻ ان ۾ هي ضمير مؤنث

غائب راجع نواحة ڏانهن فاعل ان جو۔ لبان مفعول اُن جو

(لَبَان) ل جي زبر سان سينو ڇاتي حيوان جي يا انسان جي هتي

مراد چولو گريبان آهي۔

(بكفيها) تثنيو آهي كف جو جار مجرور متعلق آهي تفري سان

كف هٿ جي ترري هتي مراد هٿ جون آڱريون آهن۔

(ومدرعها) مبتدا آهي خبر اُنجي مشقق مدرع چولو

(مشقق) ڦاٽل ڇيريل

(تراقيها) جمع آهي ترقوة جو ڳچي جو هيٺون پاسو متصل

سان جتي هار يا ڳاني پئجي۔

(رعابيل) جمع آهي رعبل جو يا رعبلة جو بيوقوف عورت

قاتل پراڻن ڪيترن واري جنهنجا ڪيترا ريڙون ريڙون
تيل قاتل پاتل هجن -

۳۵
# تَسْعَى الْوُشَاةُ جَنَابَيْهَا وَقَوْلُهُمْ

ٿا ڊوڙن چغل خور ٻن طرفن انهيءَ ڏاچيءَ جي ٿليون موڪي

# إِنَّكَ يَا ابْنَ أَبِي سُلْمَى لَمَقْتُولُ

تحقيق تون اي پٽ ابوسلمى جا ضرور قتل ڪيو ويندين

(تسعى) فعل مضارع آهي وشاة فاعل اُن جو -
(الوشاة) جمع آهي واشي جو وشي جي معنى چغل خوري ڪرڻ
۽ ڪن نسخن ۾ غواة آهي جمع غاوي جو يعني گمراه ڪندڙ
(جنابيها) تثنيو آهي جناب جو جيم جي زير سان درگاه ۽ آستانو
جيم جي پيش سان پاسي جو سوءِ جيم جي زبر سان ڀرسان جيئن
گهڻن ۾ بڌي ڪاڇي هتي ٻه پاسا اُن جا ساڄو ۽ کابو مراد آهي -
(انك يا ابن ابي سلمى لمقتول) ايهو جملو مقولو آهي قولهم جو
ابوسلمى ڪعب جي ڏاڏي جو نالو آهي ڪعب جي پيءُ جو نالو زهير
مگر عربن ۾ ڏاڏي ڏانهن نسبت ڪرڻ عام آهي - جيئن پاڻ سڳورن
عليه الصلوٰة والسلام فرمايو آهي - انا النبي لا كذب ۽ انا ابن
عبد المطلب -
مطلب ته فسادي فتني ماڻهون ٿا ڊوڙن ان پاس ڏاچي کي
۽ موڪي بر غلائڻ لاءِ چون ٿا ته وڃ ترت ايئن تحقيق تون مارجي ويندين
ـ رقيب از کوئے او شد سدّ راهم ؎ که در راه حرم باشد حرامی ؎

(٣٦) وَقَالَ كُلُّ صَدِيقٍ كُنْتُ آمُلُهُ

۽ چيو هر دوست مونکي جنهن ۾ مون آسرو اميد مدد ڏيڻ جي رکي ٿي

لَا أُلْهِيَنَّكَ إِنِّي عَنْكَ مَشْغُولُ

ته توبر غلا يان آئون توکي تحقيق آئون توکان ٻري ٻيڙا آهيان

(آمُلُهُ) اَمَلَ يَامل کان صيغو متڪلم مضارع جو آهي فاعل اُن جو ضمير مستتر اَنَا ۽ مفعول ان جو ضمير بارز راجع صديق ڏانهن (لَا أُلْهِيَنَّكَ) لا نفي جي اُلْهِيَ صيغو متڪلم بالنفس مضارع معلوم اُلْهِيَ يلهي کان نون ثقيله متصل آهي سان تاڪيد جي واسطي ۽ ڪاف خطاب جو مفعول اُن جو اِلْهَاءُ غافل ڪرڻ لهو و لعب ۾ مشغول ٿي وڃڻ بيفائدا ڪم ڪرڻ۔

(عَنْكَ مَشْغُولٌ) توکان مصروف آهيان پنهنجي ڪمن ۾ مشغول آهيان تنهنجي مدد لاءِ واندو نه آهيان۔

(٣٧) فَقُلْتُ خَلُّوا سَبِيلِي لَا أَبَا لَكُمْ

پوءِ چيو مون۔ ڇڏيو ادهين رستو منهنجو ڪو نه پيءُ ٻه او هان جو

فَكُلُّ مَا قَدَّرَ الرَّحْمٰنُ مَفْعُولُ

ڇوته جيڪي خدا تعالیٰ مقدر ڪيو هوندو اهو ضرور ٿيڻو آهي

(خَلُّوا) امر آهي خلي يخلي تخلية کان ڇڏيو ۽ آزاد ڪريو۔

(هَالِكُ) ته عرب اڪثر چوندا آهن (خلّيٰ يا شيخ خلّيٰ) يعني
ڇڏ سائين ڇڏ هن ڳالهه کي

(لَا اَبَا لَكُمْ) هي مقولو ٻهاڪي طور عربن ۾ استعمال ٿيندو آهي
ڪڏهن مدح جي واسطي جيئن آهي يعني تهنجي پيءُ جو نظير شرافت
۽ فضيلت ۾ ڪونه آهي - گهڻو ڪري ذم جي معنيٰ ۾ جهڙي
لاءِ استعمال ٿيندو آهي يعني مجهول النسب آهي - هتي پوئين
معنيٰ ذم جي مناسب آهي ڇو ته ڪاوڙ جي وقت ۾ بي ربط ڳالهيون
آهي جي جاءِ ذم جي آهي نه مدح جي - اهڙيءَ طرح عربي ۾ لَا اُمَّ لَكَ
جيئن آهي ۽ مقام ذم يا مدح جي پڻ استعمال ٿيندو آهي -
مطلب ته اي يارو! دوستدارو! مونکي نه روڪيو ڇڏيو
ته آئون سرورِ عالم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جي حضور ۾
وڃي حاضر ٿيان - ڇو جو جيڪين منهنجي قسمت ۾ تقدير ۾
لکيل هوندو سو ٿيندو - اَلْمُقَدَّرُ لَايَتَغَيَّرُ وَالسَّلَامُ

رو مشرق و رو مغرب و رو روم
هر چه نصيب است ازان کم نشود جو

اَلنَّصِيْبُ يُصِيْبُ وَلَوْكَانَ تَحْتَ الْجَبَلَيْنِ

---

كُلُّ ابْنِ اُنْثٰى وَاِنْ طَالَتْ سَلَامَتُهُ

هر هڪ پٽ ماءُ جو اگرچه ڊگهي ٿئي حياتي اُن جي
(۳۸) يَوْمًا عَلٰى اٰلَةٍ حَدْبَاءَ مَحْمُوْلُ

---

ڪنهن ڏينهن لاش اڀو مٿي جنازه جي ضرور کنيل ٿيندو

(كُلُّ ابْنِ اُنْثٰى) كل مبتدا آهي مضاف ابن انثیٰ مضاف اليه محمول خبر انهي جي-

(آلَةٍ حَدْبَاءَ) حد ياء مؤنث آهي احدب جو ڏنگو - كيترن نسخن ۾ اَلْاٰلَةِ الْحَدْبَاءِ الف لام سان آهي بصورت صفت موصوف آهن) تنهن مان مراد تابوت ميت جو جنازو آهي - انهيءَ زماني ۾ به شايد جنازه کي ڏنگيون ڇانئون ڪمان وانگي ٻڌ ندا هوا-

مطلب بيت جي معنىٰ مان ظاهر آهي جيئن فارسي ۾ ڪنهن چيو آهي

اگر صد بماني وگر صد هزار
سرانجام مرگ ست پايان کار

**اُنْبِئْتُ اَنَّ رَسُوْلَ اللّٰهِ اَوْعَدَنِيْ**

خبر ڏني وئي آهي ته تحقيق رسول خدا جن صلي الله عليه وسلم دڙڪو ڏنو آهي مون کي

**وَالْعَفْوُ عِنْدَ رَسُوْلِ اللّٰهِ مَاْمُوْلُ**

مگر معافي ملڻ جي وٽان رسول خدا جي مونکي وڏي اميد وارئي آهي

(اُنْبِئْتُ) صيغو متكلم بالنفس ماضي مجهول جو آهي - اهيو باب متعدي ٽن مفعولن ڏانهن ٿيندو آهي - هتي هڪڙو مفعول انجو ضمير متكلم بالنفس آهي ۽ جملو اَنَّ رَسُوْلَ اللّٰهِ اَوْعَدَنِيْ سڄو قائم مقام ٻن مفعولن جي آهي -

(اَوْعَدَنِيْ) فعل ماضي معلوم فاعل انجو هو ضمير مستتر راجع آهي رسول الله

ڏانهن صلی الله تعالیٰ عليه وسلم ڏي مفعول آهي اڳيو.
(ايعاد) جي معنیٰ دهڪو ڏيڻ ڌمڪاڻ.
ڪن نسخن ۾ هن بيت پٺيان هي بيت پڻ آهي.

(٤٠) **فَقَدْ اَتَيْتُ رَسُوْلَ اللّٰهِ مُعْتَذِرًا**

تنهنڪري آءٌ اوهان وٽ رسول خدا جي صلی الله عليه وسلم عذر خواه ٿي

**وَالْعُذْرُ عِنْدَ كِرَامِ النَّاسِ مَقْبُوْلُ**

حالانڪه عذر وٽ ڀلارن ماڻهن جي قبول ٿيندڙ آهي.

ترجمه مان مطلب ظاهر آهي.

(٤١) **مَهْلًا هَدَاكَ الَّذِيْ اَعْطَاكَ نَافِلَةً**

مهلت ڏي مونکي شال هدايت ڏي توکي جنهن الله تعالیٰ توکي تحفو

**اَلْقُرْاٰنُ فِيْهَا مَوَاعِيْظُ وَتَفْصِيْلُ**

قرآن جو جنهن ۾ هدايتون آهن ۽ تفصيل وار نصيحتون

(مَهْلًا) مصدر مفعول مطلق آهي فعل محذوف جي (امهل مهلا)
(مهلة) مهلت ڏيڻ نرمي ڪرڻ.
(هداك) جملو دعائيه آهي. (الذي) مان مراد الله تبارڪ وتعاليٰ آهي.
(نافلة) نفل ۽ نافله انهيءَ شيءِ کي چئبو آهي جو ضروري ۽ واجبي
حق کان علاوه ڪو ڪم ڪيو وڃي يا ڪنهن ثنا اڪرام ڪجي يعني نبوت رسالت کان
علاوه توکي نعمت قرآن مجيد ۽ ڪتاب عظيم جي عطا ڪئي آهي.

اولوالعزم پيغمبر صاحب ڪتاب جو پيدا ڪيو آهي رسالت جي
ڪرڻ کان بعد قرآن ۾ ايمان آڻڻ جو اظهار ڪري ٿو ۽ جملي دعائيه سان
رحمت ۽ شفقت جو در وارو ڪري ڪالهه تو معافي وٺڻ جو وسيلو
ٿو ۽ چوي ٿو يا رسول الله مهلت ڏي مونکي ۽ معاف ڪر مونکي
تو کي الله تعالیٰ وڏو ۽ وڏو هدايت ڏي جنهن تو کي خاص عفو قرآن جو
ڏنو آهي جنهن ۾ هر قسم هدايتون ۽ دين دنيا جون نصيحتون من
آهن - اوهانکي دل ۾ هي شبهو نه گذري ته ڪين خدا تعالیٰ اڳيئي
هدايت وارو ڪيو آهي پوءِ دعا ڪرڻ جي معنا ڇا آهي ۽ سو اوهين هر وقت
درود شريف پڙهو ٿا صلي الله تعالیٰ عليه وسلم جنهن ٿا ۽ اصحابن تي
رضي الله تعالیٰ عنهم چئو ٿا حالانڪه خدا تعالیٰ اڳي ئي مٿن تي شمار
رحمتون ۽ رضامند ٿيون ڪيون آهن - هي ٻا وهين ڪري سمجهو -

(۴۲)

لَاتَاْخُذَنِّيْ بِاَقْوَالِ الْوُشَاةِ وَلَمْ

نه وٺ تون مونکي ساڻ چوڻ دشمنن چغلخورن جي حال انڪه هن

اُذْنِبْ وَلَوْ كَثُرَتْ فِي الْاَقَاوِيْلُ

نه گناه ڪيو آهي مون اگرچه گهڻيون گالهيون مونتي ناهيون ويون آهن

(لا تاخذني) فعل مضارع سان نون تاڪيد ثقيله جي آهي
(وشاة) جمع آهي واشي جو واشي ڪوڙ وسڪن جين فسادي
(ولم اذنب) جملو حاليه آهي -
(ولو كثرت) لو وصليه آهي بمعنا اگرچه
(في) ف جي زير ۽ ي جي شد سان هڪ لي في حرف جار جي

يِ يَ متڪلم جي ياءِ ۽ ياءِ مدغم ۾ شد سان زبر ڏيئي پڙهو
يعني مونکي اهي مفترين فتنا انگيزن جي چوڻ سان ڏهل
ڇو ته في الحقيقة مون تهمتي گلا يا شڪايت ڪانه ڪئي آهي
اگرچه دشمن فتنه پردازن ڪيتريون ڪوڙيون ڳالهيون مون تي
هلايون آهن ۽ بيجا بي بنياد الزام مڙهيا آهن-

(٤٣) **لَقَدْ اَقُوْمُ مَقَامًا لَوْ يَقُوْمُ**

تحقيق بيٺو آهيان آئون مٿي اهڙي جاءِ خوف واري جي

**اَرٰى وَاَسْمَعُ مَا لَوْ يَسْمَعُ الْفِيْلُ**

ڏسان ٿو ۽ ٻڌان ٿو جيڪر ٻڌي ۽ ڏسي ها رهادهشت ته

(لقد اقوم) جواب قسم محذوف جو آهي يعني والله لقد اقوم
(مقامًا) موصوف ۽ لو يقوم الى آخره جملو شرطيه تام مقام
صفت جي آهي- اهڙي پر خطر مقام جو مثال اهو آهي ته ڪنهن شخص
کي سيشن ڪورٽ ڦاسي جي سزا ڏني ۽ صدر ڪورٽ منظور ڪري
هاءِ ڪورٽ ۾ آخرين فيصلو هجي جو ابا ڪي ڄاڻي ۾ فيصلو ٻڌڻ
لاءِ بيٺو هجي انهي وقت انهيءَ کي ڪهڙي حالت هجي-
(لو يسمع الفيل) جي پٺيان ويري فعل مضارع بقرينه (ارى)
واسمع محذوف آهي-
(الفيل) فاعل آهي ٽنهي ۾ ٽن فعلن جو تنازع آهي (لو يقوم
۽ لو يسمع ۽ لو يرى محذوف جو فاعل سيئي الفيل آهي
هن بيت کي نثر ۾ هن طرح ڪري پڙهو ته معنى واضح ٿيندي-

ولكني اقوم مقاما لو يقوم الفيل في ذلك المقام و يرى
و يسمع الفيل ما ارى و اسمع الظل يرعد الى اخره

(۴۴) لَظَلَّ يَرْعَدُ اِلّاَ اَنْ يَّكُوْنَ لَهٗ

ته هميشه ڏڪندو رهي مگر جو ٿئي واسطي ان جي

مِنَ الرَّسُوْلِ بِاِذْنِ اللّٰهِ تَنْوِيْلٗ

طرفان رسول جي عليه الصلوٰة والسلام سان حڪم خدا تعاليٰ جي مهرباني بخشش

مطلب ظاهر آهي ته منهنجو خوف ٻئي ڪنهن جي بيجاءِ ناهي هي اهڙي جاءِ
جيڪڏهن هاٿي جهڙو قوي طاقت وارو انسان هجي بيهي ته خوف جي
کان ڏڪندو رهي مگر جيڪڏهن رسول خدا جو صلي الله عليه وسلم جي ڪرم
سان عنايت ٿئي ته پوءِ مونکي ڪو ڊپ ڪونه آهي۔

تو مرا دل ده و دليري بين
رو به خويش خوان و شيري بين

صاحب قصيده برده هن معني ۾ چيو آهي۔

وَمَنْ يَّكُنْ بِرَسُوْلِ اللّٰهِ نُصْرَتُهٗ
اِنْ تَلْقَهُ الْاُسُدُ فِيْ اٰجَامِهَا تَجِمِ

فِيْ اٰجَامِهَا تَجِمِ

(١٤٥) مَا زِلْتُ أَقْتَطِعُ الْبَيْدَاءَ مُدَّرِعًا

هميشه ئي وڏيون وڏيون ٻند بيابان جو حال هي تہ زره پاتل هوس

جُنْحَ الظَّلَامِ وَثَوْبُ اللَّيْلِ مَسْبُولُ

رات جي اونداهيءَ ۾ جنهن وقت پردا رات جا لڙڪيل هوا ۾ هين ني

(ما زلت) فعل ناقص ماضي متكلم آهي (تُ) ضمير متكلم جو فاعل آهي اُن جو۔

(اقتطع البيداء) جملو فعليه خبر انجي ذو الحال ـ

(البيداء) صحراء جي وزن ۾ معنىٰ ۾ آهي مفعول آهي اقتطع جو

(مدرعا) حال آهي ذو الحال کان اسم فاعل آهي ادرع يدرع باب افتعال جو زره پاتل رات جو اونداهيءَ ۾ هلڻ۔

(جنح) جيم جي پيش سان رات جو پاڱو ـ

(ظلام) اونداهي رات جو۔

(مسبول) ڪپڙي کي پکيڙي لاٿو ويو ڇڏيو ويو آهي اَسْبَلَ السِّتْرَ يعني پردو لڙڪائي ڇڏيائين ڪري ڇڏيائين

مطلب تہ هي طوفاني سفر مون رات ڏينهن پيو ڪري وري تہ رات جي اونداهيءَ ۾ بہ اهڙو پينڊو ڪندو هوس جهڙو ڏينهن جي ڪري جو

درع پاتل تہ حقيقي معنىٰ ۾ دشمن جي خوف کان پاتل هوندو هوس مجازي معنىٰ ۾ رات جي اونداهيءَ کي درع سان تشبيھ ڏني آهيس جيئن

درع ۾ ماڻهو ڍڪيو وڃي ٿو تيئن رات جي اونداهيءَ ۾ ڍڪيل هو

قرآن شريف ۾ آهي تہ وَجَعَلْنَا اللَّيْلَ لِبَاسًا وَّجَعَلْنَا النَّهَارَ مَعَاشًا

٤٦

حَتَّىٰ وَضَعْتُ يَمِيْنِيْ مَا اُنَازِعُهُ

تانجو ڪيو مون هٿ پنهنجو (ياسڄو بيعت جي) بغير تڪرار مخالفت جي

فِيْ كَفِّ ذِيْ نَقِمَاتٍ قِيْلُهُ الْقِيْلُ

منهنجو هٿ صاحب الانتقام جي قول جنهن جو سچو ۽ وعدو جنهن جو پڪو آهي

(يمين) ساڄو هٿ ساڄو پاسو ضد يسار جو۔

(ما انازع) ما نافيہ آهي۔ انازع صيغو مضارع متڪلم بالنفس آهي

(منازعة) جهيڙو، جهگڙو، يا نزاع ڪرڻ

ذي نقمات) جمع آهي نقمة جو نون جي زبر ساڪن قاف سان معنيٰ سزا ڏيڻ ۽ عقوبت ڪرڻ

ڪافرن کي مارڻ ظالمن کي سزا ڏيڻ۔ فاسقن ۽ فاجرن کي گوشمالي ڪرڻ آنحضرت عليه الصلوٰة والسلام جي تشريعي منصب لازمي حڪم ۽ خاص صفت آهي۔ الله تعاليٰ جو نالو منتقم آهي ۽ والله عزيز ذوانتقام سندس شان آهي۔ پاڻ سڳورا عليه الصلوٰة والسلام خدا تعاليٰ جي صفتن سان متصف ۽ انهي اخلاق سان متخلق آهي

قيله القيل) جيڪا ڳالهه سچي معتبر پڪي هوندي آهي انهيءَ کي چوندا آهن هنجي ڳالهه ڳالهه ۽ وعدو وعدو آهي يعني سچو ۽ پورو آهي جيئن هڪ بي شاعر جو مشهور قول آهي سه اذا قالت حذام فصدقوها: فان القول ما قالت حذام۔ حذام نالو محبوبہ جو آهي جو پيو جيڪا ڳالهه حذام ڪري پئي تنهن کي سچو ۽ قبول ڪريو

چوٿون ڳالهه بوابر اها آهي جيڪا حضرت ام ڪري ٿي ـ

**لَذَاكَ أَهْيَبُ عِنْدِي إِذْ أُكَلِّمُهُ**

تحقيق اها عظيم الشان هستي هيبت واري آهي وڻ ٺهني جنهن وقت ڳالهائيان ٿو

**وَقِيلَ إِنَّكَ مَنْسُوبٌ وَمَسْئُولٌ**

حالانڪه چيو ويو آهي مونکي تحقيق تون ملزم آهين ۽ جوابدار آهين

(لذاڪ) اسم اشاره جو بعيد ڏانهن واسطي علو شان جي ۽ ڳالهيون ٿيون (اَهْيَبُ) زور هيبت ۽ دهشت وارو ـ اخوف نه جيا ۽ چوته خوف جي مستحق غير مستحق ٿي ڳالهائيو آهي اهيب انهي ڪري چيو آهي جا واقعي جا ۾ خوف ۽ هيبت جي مستحق هجي ـ

هي شاعرانه مبالغو نه آهي بلڪ واقعي اظهار حقيقت جو آهي ڇو ته حضور سرور ڪائنات عليه الصلوٰة والسّلام جو ظاهري رعب ۽ جلال به اهڙو هو جو جيڪو شخص اڻ واقف کين ڏسندو هو سو ڏڪي ويندو هو سندن رعب ۽ تاب جهلي نه سگهندو هو حضرت عليّ شاه سندن شمائل ۾ تعريف ڪئي آهي ـ

**مَنْ رَآهُ بَدِيهَةً هَابَهُ وَمَنْ عَاشَرَهُ أَحَبَّهُ.**

جيڪو اوچتو کين ڏسندو هو ڏڄي ويندو هو ۽ جنهن کين سڃاتو ته وري محبت رکندو هو ـ ۽ جليل الشان اصحابي عمرو بن العاص چيو آهي مونکي طاقت نه ٿيندي هئي جو آئون اکيون پري کين ڏسان ۽ جيڪڏهن مونکي چيو وڃي ته تون آنحضرت عليه الصلوٰة والسلام جي منهن مبارڪ جي صورت ۽ صفت ٻڌاءِ ته آئون بيان

ڪري نه سگهان چوته آئون ته هوس جو پيل اکين ساڻ ڪين نهاريا ۽ سندن منهن مبارڪ جي واکاڻ ڪريان

روايت آهي ته عربن جو وڏو سردار عروه بن مسعود جڏهن سفير ٿي صلح جا شرائط حديبيه ۾ ڪئي آيو ۽ موٽي مڪه ويو تڏهن پنهنجي قوم کي چيائين ته آئون وڏن بادشاهن دنيا جي حڪمرانن قيصر ۽ ڪسريٰ جون درٻارون به ڏٺيون آهن پر اهڙي شان وشوڪت عزت ۽ وقار واري مجلس ۾ اهڙا جان نثار فداڪار پتنگ پروانا ڪٿي به نه ڏٺا ڄڻ ته هو ڳالهائي ٿو سڀ همه تن گوش ٿي ويٺا ته ڄڻ هن مان ٿو ڪري ته سڀ ڪنهن هيبت ڪري خاموش ٿي رهن ٿا ڪو اکه کڻي مٿي نٿو نهاري جڏهن وضو ڪن ٿا يا آپ دهن مبارڪ جڏهن ۾ پٽي کي ڪڍن ٿا ڏين جهٽ هٿون هٿ ٿي کڻون وٺن ۽ عطر عنبر وانگي تبرڪ لاءِ پنهين اکين تي ۽ منهن تي ملين ٿا ـ

اصحابن جي مجلس جو احترام

مِنْ ضَيْغَمٍ بِضَرَاءِ الْأَرْضِ مُخْدَرُهُ

ڪنا ٻيلائي شينهن جي منجهه خوفناڪ جهنگل ۾ جنهن جي رهڻ ٿي

فِي بَطْنِ عَثَّرَ غِيلٌ دُونَهُ غِيلُ

منجهه پيٽ (عثر ٻيلي جي آهي جهنگل پٺيان جهنگل آهيس

(مِنْ ضَيْغَمٍ) شينهن ٻيلائي ـ جار مجرور متعلق آهي اهيبا معاني پهرين بيت ۾ ـ

(ضراء الارض) ضَ جي زبر ۽ ري جي شد سان سوڙهو گهاٽو
سخت جهنگل ـ
(مخدره) مُخدَرُ ۽ جهنگل جاءِ شينهن جي رهڻ جي ميدان
(في بطن عثر) جار مجرور مضاف اليه سان خبر آن جي ـ
(عثر) عين جي زبر ث جي شد سان الو آهي هڪڙي ٻيلي جو
جا شينهن رهڻ جي جوءِ سان مشهور ومعروف آهي ـ
(غِيلٌ دونه غيل) غين جي زير سان گهاٽن وڻن جو ٻيلو جهنگل
يعني هڪ ٻي جي پٺيان جهنگل ـ ٻيلو ٻگل آهيس ـ

**يَغدُو فَيُلحِمُ ضِرغَامَينِ عَيشُهُمَا**

صبح ڪرهئو ته گوشت کارائي ٿو پنهنجن ٻن ٻچن کي جنهنجو گذران آهي

**لَحمٌ مِنَ النَّاسِ مَعفُورٌ خَرَادِيلُ**

گوشت ماڻهن جو ـ زمين تي ڪيرايل ٽڪرا ٽڪرا ڪيل

(يغدو) فعل مضارع آهي عن ايغدو وغدوًا کان صبح جو
وقت سويلو صبح جو اچڻ وڃڻ ڪاٿي پيٽ يا ڪوئي ڪم ڪرڻ
(يلحم) لحم گوشت الحام گوشت کارائڻ ـ
(ضرغامين) تثنيو آهي ضرغام جو ضَ جي زير سان شينهن
يا شينهن جو ٻچو ـ شينهن گهٽون ڪري جا ترا ۽ ٻچا ڄڻيندي
آهي تنهنڪري صيغو تثنيو جو گڏ لڪايو ويو
(عيشهما) قوت انهنجو کاڌو انن جو ـ اج مخلوق عربن عيش
ماني روٽي کي چوندا آهن ـ

(لحم من الناس) گوشت ماڻهن جو - ماڻهن جو لحم کري ڇيائين جو بين جانورن جو مارڻ ۽ گوشت کائڻ ته بطريق اولى هنکي آسان آهي -

(معفور) اسم مفعول آهي عفر کان عفر - زمين تي اڇلائڻ ڪنهن شيءِ کي خاڪ آلوده ڪرڻ.

(خراديل) جمع آهي خرذل جو ٽڪرا ٽڪرا گوشت جا بوٽيون -

(۵۰) إِذَا يُسَاوِرُ قِرْنًا لَا يَحِلُّ لَهُ

جڏهن حملو ڪري ٿو مٿي هم جنس پنهنجي ته نه آهي ممڪن ۽ جائز واسطي ان جي

أَنْ يَتْرُكَ الْقِرْنَ إِلَّا وَهُوَ مَفْلُولُ

جو ڇڏي ان کي جيئرو مگر حال هي ته شڪست کائي ڇڏي ويو هجي -

(يساور) فعل مضارع آهي مساورة کان - هڪ ٻئي تي حملو ڪرڻ

(قرنا) قاف جي زير سان، مٿ مقابل حريف، همسر هم جنس (مفلول) اسم مفعول آهي فلّ کان لام جي شد سان جنگ کان پڇي وڃڻ شڪست کائڻ -

معنى ۽ مطلب بيت جو ترجمه مان ظاهر آهي

(۵۱) مِنْهُ تَظَلُّ سِبَاعُ الْجَوِّ ضَامِرَةً

ان جي خوف کان هميشه هنتا جانور صحرا جا ايرا اڏيرا

وَلَا تَمَشَّى بِوَادِيهِ الْأَرَاجِيلُ

۽ نه هلي چلي سگهن مٿجهو صحرا ان جي پيرن تي هلڻ وارا ماڻهو

(جَوّ) وائي ڇهه سان - بيابان - ميدان - زمين آسمان
جي درميان خالي -
(ضَامِرَةٌ) اسم فاعل آهي - ضُمُر کان مَنْ ۽ مَ جي پيش سان
ڏٻرائي پکهه کان، پيٽ جو پيٽ سان لڳي وڃڻ -
(وَلَا تَمْشِي) فعل مضارع منفي آهي مشي يمشي، تمشيترکان
(هلڻ چلڻ)
(بِوَادِيهِ) بَ جار وادي مجرور مضاف ضمير خالص راجع
شيئن ڏانهن - جار مجرور متعلق لا تمشي سان وادي
جبل جي ندي - جاءِ وهڻ پاڻي جي واهه وانگي - وڻن کان
خالي ۽ مطلق بيابان ۽ صحرا کي به چئبو آهي هتي ايما
پوئين معنيٰ مراد آهي -
(الْأَرَاجِيلُ) جمع آهي رجيل جو - پيدل هلڻ وارو ماڻهو

(٥٢) وَلَا يَزَالُ بِوَادِيهِ أَخُو ثِقَةٍ
۽ هميشه تو ڙي ميدان جهنگل ان جي صاحب طاقت جو پهلوان ماڻهو
مُضَرَّجَ الْبَزِّ وَالدَّرْسَانِ مَأْكُولُ
ماريل جي
رت سان ڀريل ڪپڙ ۽ اوني پراڻن ان جا حال آهي ۽ هو پاڻ کاڌل ۽

(اَخُو ثِقَةٍ) وثق يثق ثقة اعتبار ڪرڻ ڀروسو ڪرڻ - بحکم معتبر
طاقت وارو ماڻهو اسم آهي لايزال جو - مضرج البز والدرسان خبر
ان جي -
(مُضَرَّجٌ) ضرج چيرڻ ڦاڙڻ ڪپڙي کي رت سان ليٽرڻ

ڳاٿو ڪري -

(البز) ب جي زبر ز جي شد سان ڪپڙا لٽا - انهيءَ ڪري

ڪپڙا فروش کي بزاز چئبو آهي -

(الله سان) جمع آهي درنبس جو - قاتل ستريلي

ڪيڙا -

(ماڪول) کاڌل مارايل شڪار ڪيل -

يعني جيڪو پنهنجي پهلواني ۽ دلاوري تي مغرور ٿي انهيءَ جو عيب

مان لنگهي تو پنهنجو حال اهو ٿئي ٿو - ڏڄڻو يا ڪمزور ماڻهو

ته انهيءَ طرف لنگهندو وڃي ڪونه -

(علامه مصري شارح قصيده) هن بيت جي ترڪيب

هي طرح سان ڪئي آهي -

يعني اخو ثقة اسم لايزال جو - يو اديه خبر مقدم مضرج

البز والله سان ۽ ماڪول سڀ صفتون آهن اخو ثقة جون

مونکي جيڪا ترڪيب مناسب نظر آئي سا اوهانکي ٻڌائي

بيتن جي شرح ۾ تقليد شخصي ڪرڻ پاڻ تي لازم نٿو ڪريان

(٥٣) إِنَّ الرَّسُوْلَ لَنُوْرٌ يُسْتَضَاءُ بِهٖ

تحقيق رسول ڪريم عليه الصلوٰة والسلام هڪ اهڙو نور آهي جو جهان کي روشني ڏئي ٿو سندس

مُهَنَّدٌ مِّنْ سُيُوْفِ اللّٰهِ مَسْلُوْلُ

صاحب تکي تلوار جو ڪنا ترين خدا تعاليٰ جي رحمتي ڪتاب جي نيام کان

إِنَّ الرَّسُوْلَ لَنُوْرٌ رسول لام جي زبر سان اسم اَنَّ جو نور

ري جي پيش تنوين سان خبر اِنَّ جي - هي خبر مهندٌ ٿئين خبر مسلول

جو ثبن خبر بي بيت ۾ في غُصَبةٍ آهي. هڪڙي مبتدا جي خبرون گهڻيون اينديون آهن مثلاً زيد عالمٌ فاضِلٌ شاعِرٌ كاتبٌ

( لنُورٌ ) نور جي معنىٰ لغت ۾ روشنائي خلاف ظلمة جي آهي. هو الظاهر بنفسهٖ المظهر لغيرهٖ، يعني پاڻ به ظاهر ٿي ٻين كي ظاهر كندڙ هجي. آنحضرت عليه الصّلوٰة والسلام جو نالو نور آهي يعني ذو نُورٍ كمال صفت جيكري موصوف كي خود عين آهي. صفت جو چيو آهي نه صفت جيئن زَيدٌ عَدلٌ. اي صاحب عدلٍ تنهن نور مان مراد ايمان قرآن هدايت ۽ معرفت آهي.

يا نه مراد نور مان جسم عنصري مبارك سندن آهي جو سراپا نور مركز دائره حسن وجمال آهي بيا نور سڀ انهيءَ جا فروع آهن هو اصل الاصول آهي.

جيئن مولانا جامي چيو آهي. وصَلّى الله على نورٍ كز و شد نورها پيدا، زمين از حب او ساكن فلك در عشق او شيدا.

**شَمسُ الضُّحىٰ مُحَمَّدٌ. بَدرُ الدُّجىٰ مُحَمَّدٌ نُورُ الهُدىٰ مُحَمَّدٌ صَلُّوا عَلىٰ مُحَمَّدٍ صَلَوَاتٌ بَرْ مُحَمَّدْ**

هتي هي اعتقادي مسئلو واضح كرڻ گهرجي ته آنحضرت عليه الصّلوٰة والسّلام بيشك نور هو نُورٌ عَلىٰ نُورٍ هو. جنهن ۾ كو شك شبهو كونه آهي قرآن ۽ حديث مان اهو نالو مبارك سندن ثابت صحيح آهي ۽ الله تبارك وتعالىٰ جو صفاتي نالو به نور آهي مگر هو نور نه هن نور جو عين آهي نه جزو الله تبارك وتعالىٰ جون صفتون سڀ قديمي ازلي ابدي غير حادث غير

فاني غير محل ود لا عينه ولا غيره آهن. باقي مخلوقات ملڪوتي ۽ ناسوتي سڀ پاڻ ۾ سندين صفتون سڀ حادث فاني نيست مان هست ٿيل ۽ محدود آهن الله تعالیٰ جو ڪنهن به صفت سان ڪا به صفت انسان جي مشارڪت ۽ مشابهت نٿي رکي. اشتراڪ فقط لفظي آهي نه معنوي جيئن انسان کي سميع بصير به چئي سگهجي ٿو رَءُوفٌ رَحِيمٌ به صاحب علم و قدرت ۽ حڪيم و ڪريم به مگر نه آهن معنائن سان جيڪي صفتون خدا تعالیٰ جون آهن مخلوق نه خالق جو جز واهي نه ان جهڙو وانه سبحانه و تعالیٰ

وراء الوراء ثم وراء الوراء ثم وراء الوراء

از همه رصفات و ذات جدا ليس شيء كمثله ابدا (مكتوبات مجدد واعتقاد نامه)

بيو هي ته آنحضرت عليه الصلوٰة والسلام کي خالي بشر چوڻ يا پاڻ جهڙو بشر سمجهڻ بالڪل بي ادبي آهي سخت گستاخي آهي قول ڪافرن جو آهي. قَالُوا إِنْ أَنتُمْ إِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُنَا. بشر هڪ اهڙو واجي عام لفظ آهي جو هر هڪ ادنیٰ اعلیٰ کي چئي سگهجي ٿو. شان شرف واري ماڻهون کي عزت پر ڀوشاندار لفظ استعمال ڪرڻ ضروري آهي. اسين ڀيڻي واسطي اهڙو معمولي لفظ بغير حضرت صاحب مولوي صاحب شاه صاحب چوڻ جي پسند نٿا ڪريون. پوءِ سرور ڪائنات عليه الصلوٰة والسلام کي اهڙو رکو ڦکو لفظ چوڻ ڪهڙو مومن مسلمان پسند ڪندو. پاڻ سڳورا عليه الصلوٰة والسلام بيشڪ نوع بشر مان هوا ۽ بعضي لوازم فطرت و بشريت مثلاً کائڻ پيئڻ هلڻ چلڻ. جمع سان شامل هوا مگر جوڻ ۽ جاڻڻ پر وڏو فرق آهي هر هڪ

تحقيق مسئلہ بشريت آنحضرت

جو حڪم جن آهي خالي بشر هجڻ بغير ضرورت افهام و تفهيم جي
درست نه آهي اگرچه لغوي معنيٰ موجب هنئين هجي به.

ڪو شخص قيمتي هيري کي چوي ته هي پٿر آهي يقيناً اهو بيبل آهي
اڻ جاڻ آهي گوهر شناس آهي ۽ جي چوي ته هي بي بهاي نظير قيمتي
جواهر آهي در اصل بيد البش پٿر جي آهي ته صحيح آهي. مطلب ته نوري نيت
ڪا بشريت سان منافي نه آهي. ٻئي صفتون قرآن ۽ حديث سان ثابت آهن
ٻئي صحيح گهرجن. نه نورانيت جو انڪار ڪرڻ گهرجي نه بشريت جو. بسوماحب
قصيدهٔ بردهٔ پنهنجي بيت ۾ ڏي ياڪوڙ ڪامرينه ڪري ڇڏيو آهي.
ـ فمبلغ العلم فيه انه بشر :: وانه خير خلق الله كلهم ـ م
(مُهَنَّدُ) هندستان ۾ ٺهيل تکي تلوار جو هردار کي مهند چوندا
آهن. منسوب هند ڏانهن.

هن مان معلوم ٿئي ٿو ته قديم زماني ۾ هندستان جا ماڻهون
صنعت ۽ حرفت ۾ ڪمال دار هوا. ۽ هندستان جو مال دنيا ۾
مشهور و معروف هو جيئن اڄ ڪله يورپ جو مال بهترين صنعت
سان دنيا ۾ مشهور و مقبول آهي.

(مُهَنَّدٌ) ذو هتي محذوف آهي يعني ذُو مُهَنَّدٍ يا ممڪن
آهي ته خود ذات مبارڪ عليه الصلوٰة والسلام کي تعظيم
۽ تڪريم جي واسطي تلوار چيو ويو آهي جيئن حضرت خالد کي
سيف الله ۽ حضرت علي شاهِ مردان کي اسد الله چئجي ٿو.
روايت آهي ته شاعر اول پنهنجي شعر ۾ (من سيوف الهند) چيو
هو. جڏهن حضرت جن عليه الصلوٰة والسلام هي مصرع پڙهي
فرمايون ته (سيوف الله) چئو ته معنوي ادب ڏيکري

ع بهرحال هن بيت مان حضور اڪرم عليه الصلوٰة والسلام کي نور هجڻ صحيح ثابت آهي جو خود حضور جن جي دير و پڙهيو ويو آهي ۽ بانڪ قبول فرمايو
اٿن پر اهڙن لاءِ هن کان وڌيڪ بيو ڪهڙو ثبوت صحيح ٿي سگهي ٿو.

تعظيم ۽ تڪريم زيادھ آھي ۽ لفظي لحاظ ڪري، سيوف الھند مھند مان معلوم ٿي ورو ورو تڪرار بيفائدھ آھي ھن مان معلوم ٿيو تھ شاعر جي ڪلام جو اصلاح ڪرڻ بھ طريقو مسنون آھي جيڪو انھي بيت سان ڪن وٽ نھ ڪين ملندو

(٥٤)
## فِيْ عُصْبَةٍ مِّنْ قُرَيْشٍ قَالَ قَائِلُهُمْ

ڏسڻ ۾ آيو منجھھ جماعت ڪنھن قريشن جي يعني ھڪڙي چيو انھن ۾

## بِبَطْنِ مَكَّةَ لَمَّا اَسْلَمُوْا زُوْلُوْا

منجھ وچ شھر مڪھ جي جڏھن انھن اسلام آندو تھ لڏي وڃو ھجرت ڪري

(عصبۃ) عين جي پيش سان انھن جي جماعت ڏھن کان چاليھن تائين (قريش) نالو آھي مشھور وڏي قبيلھ عرب جو جي اولاد نضر بن ڪنانھ جا آھن جو آنحضرت عليہ الصلوٰۃ والسلام جي پيڙھي ۾ تيرھون ڏاڏو ٿئي. خلفاءِ راشدين ۽ عشرہ مبشرہ سڀ قريش آھن ذات ڏانھن نسبت ڪرڻ مان انھن کي قرشي چئبو آھي "ي" نسبتي قاعدي موجب حذف ٿي وڃي ٿي قريشي چوڻ غلط آھي مگر ضرورت شعر ڪري بعضي قريشي بھ بيتن ۾ چيو ويو آھي.

قَالَ قَائِلُهُمْ اھو قائل حضرت امير عمر ھو يا ڪن روايتن ۾ حضرت حمزہ.

(بطن) پيٽ. ھڪڙي جو اندريون پاسو خلاف ظاھر. (زولوا) امر آھي زال يزول کان. ھلي وڃڻ، ڏڪري وڃڻ

گمرٿي وڃن. مقولو آهي قال جو. هي بيت نثر ۾ هن طرح ڪري پڙهو ته معنيٰ سمجهڻ ۾ سولي ٿيندي.

ڪانوا جالسين مختفين في بطن مڪة لما اسلموا واذاهم الڪفار فقال قائل منهم لاصحابه زالوا اي ارتحلوا من مڪة فهاجروا الى بلدٍ اٰخر. يعني پاڻ سڳورا عليه الصلوٰة والسلام وٽان هوا پنهنجن اصحابن سان گڏجي شهر مڪه ۾ جڏهن هنن اسلام آندو ۽ ڪافرن هنن کي تنگ ڪيو. تڏهن هڪڙي صاحب صلاح ڏني ته هن شهر ۾ اوهانجو رهڻ مشڪل آهي چڱو آهي ته اوهان پنهنجي وطن عزيز ڇڏي ٻي پاسي لڏي وڃو.

هي حقيقت آهي ته ايمان قرآن تي. رسالت تي پورو نه ٿو ٿئي جيسين ماڻهون صحابن سڳورن جي توقير تعظيم ۽ تڪريم نه ڪندو ڇو ته اسلام اسانکي انهن جي هٿان انهن جي واسطي سان پهتو آهي سلسلو اسلام جو ۽ دين جو انهن تي وڃي ختم ٿئي ٿو. جيڪڏهن خدا نخواسته اهي مطعون ۽ نامعتبر ٿيا ته پوءِ باقي باور ۽ اعتبار ڪهڙو رهيو ۽ دين جي پاڙ ڪري وئي ۽ بنياد اسلام جو ڪري پيو ته هن هاڻي اصحابن جي تعريف ۾ چئي ٿو.

(٥٥) زالوا فما زال انڪاس ولا ڪشف

لڏي ويا مگر نه ويا اهي جيڪي بيمار آهي هوا يا هٿين خالي هوا

عند اللقاءِ ولا ميلٌ معازيل

جنگ جي ميدان ۾ ۽ نه اهي جيڪي بي هٿيار ڪمزور ماڻهون هوا.

(نكاس) جمع آهي نكس جو - ضعيف بيمار - كمزور آدمي -

(كشف) جمع آهي اكشف جو اهي ماڻهون - جنکي لڙائي ۾

کو سامان سامان يا هٿيار نه هجي - يا هٿين خالي هجن -

(وَلَا مِيْلٍ) واو حرف عطف جو آهي ميل عطف آهي انكاس

تي جمع آهي اميل جو بي هٿيار ماڻهون -

(مَعَازِيل) الف كان پوءِ زي آهي نه ذال جمع آهي معزال جو

كمزور عربي هٿيار ماڻهون - صفت موصوف آهي ميل جو -

هي اشارو آهي حبشه واري هجرت ڏانهن جڏهن اجا هجرت

فرض نه ٿي هئي ته ڏهن قريش مكه جي ظلمن كان هك ٽولي اصحابن جي

نجاشي بادشاه جي ملك ڏانهن ڀاڳ سگهون عليه الصلوٰة والسلام جي

اجازت سان هجرت كري وئي اهي ٽولي ۾ حضرت عثمان پنهنجي بي بي رقيه آن

حضرت عليه الصلوٰة والسلام جي نياڻي سگهوري سان ڀڄ ڪڍ جي ويا هو

پر جيکي بالكل كمزور بيمار يا كم طاقت بي هٿيار هواسي وڃي

نه سگهيا - جيئن ته هجرت جي واسطي قرآن شريف ۾ حكم نازل ٿيل آهي

لَيْسَ عَلَى الْاَعْمٰى حَرَجٌ وَلَا عَلَى الْاَعْرَجِ حَرَجٌ وَلَا عَلَى الْمَرِيْضِ حَرَجٌ

(٥٦) شُمُّ الْعَرَانِيْنِ اَبْطَالٌ لُبُوْسُهُمْ

آهي بلند نڪ واري پهلوان آهين در هبون جن جون

مِنْ نَسْجِ دَاوُدَ فِي الْهَيْجَا سَرَابِيْلُ

نهلبون كنان عمل حضرت داؤد جي منجهه جنگ جي پاتليون آهن جن جو

(شُمٌّ) شين جي پيش سان جمع آهي اشم جو سڌا ابڙ وارا آهين

جو تي نڪ جي - قيافه ۾ اهيا علامت بڻ ڳيءِ خوبي فطرت جي ليکي وڃي ٿي -

(عَرَانِيْنَ) جمع آهي عرنين جو نڪ - نڪ جي هَڏي. نڪ جي پاڻ پڻ وٽ . هتي مطلق نڪ جي معنيٰ ۾ آهي

(اَبطال) جمع آهي بطل جو بهاءِ طي ڙ برسان پهلوان دلاور ماڻهون -

(لَبوس) لام جي ڙ برسان - - - ڪپڙا ءِ ڙهون جنگ جيون -

(نَسج) اُٽڻ - اوڃڻ -

(داؤد) حضرتن ٿو پيغمبر على نبينا وعليه الصلوٰة والسلام جنهن جي ڙرهن ناهڻ جي ڪاريگري بابت الله تعالىٰ قرآن شريف ۾ بيان ڪئي آهي -

(هيجاء) هي جي ڙ برسان جنگ لڙائي . ميدان ڪارزار

(سَرابيل) جمع آهي سربال جو پهراڻ يا ڪپڙو ڏڪڻ جو يعني اصحاب سڳورا ڙرهن سان اهڙا سوا سهنجا نظر ... هيجي ويا آهن جيئن ڪين ڪپڙا پاتل هجن ڪو بار يا تڪليف هنن کي جنگ ۾ نه ٿي ٿئي -

هيئين بيت ۾ انهن جي ڙرهن جي محڪمائي مضبوطيءَ ۽ سهڻائيءَ جي تعريف ڪئي وئي

(٥٧) بِيضٌ سَوَابِغُ قَدْ شُكَّتْ لَهَا حَلَقٌ

اڇيون ڪشاديون ڙرهون آهن جيون ۾ مضبوط ڳنڍيل آهن جن کي ڪڙا لڳل آهن

كَأَنَّهَا حَلَقُ الْقَفْعَاءِ مَجْدُولُ

گويا آهي ڪڙا آهن قفعا جا محڪم ڳنڍيل -

(بِيضٌ) جمع آهي ابيض جو يعني اڇيون چمڪندڙ زرهون
(سوابغ) جمع آهي سابغة جو تمام پوريون ۽ ڪشادہ زرهون.
(شُكَّتْ) ماضي مجهول آهي شڪ کان ڪاف جي ڇنڊ سان ڪوڪا ۾
ميخون جڙڻ.
(حَلَقٌ) حي جي زير لام جي زبر سان. جمع آهي حلقة جو ڪڙيون گول گول
(قفعاء) نالو آهي هڪ ٻوٽي جو جنهن جا پن ۽ تاريون مندي واڱي گول
گول هوندا يون آهن.
(مجدول) اسم مفعول آهي جدل کان سنوارڻ سان ڪي وٽ ڏيڻ
محڪم ۽ مضبوط ڪرڻ.

(٥٨)

## لَيْسُوا مَفَارِيحًا إِنْ نَالَتْ رِمَاحُهُمْ

نہ آهن خوشي ڪرڻ وارا جيڪڏهن پهچندا نيزا انهن جا

## قَوْمًا وَلَيْسُوا مَجَازِيعًا إِذَا نِيلُوا

دشمنن کي ۽ نہ آهن ڏک ڪرڻ وارا جيڪڏهن کين نيزا لڳن تا

(مفاريح) جمع آهي مفراح جو گهڻيون خوش ٿيڻ وارو مرد جهڙي پا نال
(نالت) فعل ماضي فاعل انجو رماحهم مفعول انجو قوما نال ينال
نيلا کان بمعناء ڪاميابي ٿيڻ مطلب کي پهچي وڃڻ.
(مجازيع) جمع آهي مجزاع جو. جزع فزع بي صبري ڪرڻ وارو ماڻهون
اهيو جملو عطف آهي مٿين جملہ ليسوا مفاريح تي.
(اذا نيلوا) جمع جو صيغو ماضي مجهول آهي نال ينال کان يعني
جيڪڏهن کين شڪست پهچي وڃي ۽ دشمن ڪامياب ٿين تہ غم ڪرڻ
وارا نہ آهن.

بهرصورت رب جي رضا تي راضي رهن ۽ پنهنجي ذاتي نفع نقصان جي ڪا پرواهه ڪا نه آهي.
لِكَيْلَا تَأْسَوْا عَلٰى مَا فَاتَكُمْ وَلَا تَفْرَحُوْا بِمَا اٰتٰكُمْ ۔ جو شان آهي. ع

گر بدهي عطائ تو ورڪشي فدائ تو
دل شده مبتلائ تو هر چه ڪني رضائ تو

سندن اعتقاد ۽ عمل آهي

(٥٩) يَمْشُوْنَ مَشْيَ الْجِمَالِ الزُّهْرِ يَعْصِمُهُمْ

هلن ٿا جنگ جي ميدان ۾ اٺ هلڻ وانگر، اهي جن جي بچاءَ ڪري ٿي

ضَرْبٌ إِذَا عَرَّدَ السُّوْدُ التَّنَابِيْلُ

مار کي جنهن وقت ڀڄي ويندا آهن ڪارا ۽ ڌاريا ٽنهن جا

(يمشون) فعل مضارع آهي مشي کان ضمير جمع جو اسم آهي منصور اصحاب النبي
(جمال) جمع آهي جمل جو. معنيٰ اُٺ جي
(الزهر) جمع ازهر جو معنيٰ سفيد رنگ.
(يعصمهم) فعل مضارع معلوم آهي عصمت کان روڪڻ محفوظ رکڻ. هم مفعول اُنجو مقدم آهي ۽ ضرب فاعل اُنجو مؤخر
(ضرب) قتل ڪرڻ.
(عرد) ڀڄي جي سند سان ڀڄي وڃڻ وات جڏهن ته مري وڃڻ
(سود) جمع آهي اسود جو

(تنابيل) جمع آهي تنبال جو جو ننڍي قد وارا - مندرا ماڻهون -
جنگ جي ميدان ۾ صحابين جي هلڻ کي اُٺن جي هلڻ سان
وقار ۽ اطمينان ۾ تشبيه ڏنل آهي جي قد وقامت جي ڏکائي
۽ اُهن جي بدن جي رونق ۽ صفائي ۾ پڻ اُهن اُٺن سان مشابهت
رکيئي - جنگ ۾ وائبرا تي نتاوجن گوياکه مرڻ ۽ مارڻ ۾
ماهر ۽ وجهڻ جي هنن کي کا خبر ئي ڪانه آهي - برخلاف مقابل
جماعت جي جو هو ڪافر دهشت زده ٿيو ننڍن قد وارا
کم حوصله کم طاقت آدمي آهن -

## (٩٠) لَا يَقَعُ الطَّعْنُ إِلَّا فِي نُحُورِهِمْ

نتا لڳن ڌڪ ڀالن (جنگ ۾) مگر سينهه جي پاسن ان جي -

## وَمَا لَهُمْ عَنْ حِيَاضِ الْمَوْتِ تَهْلِيلُ

۽ نه آهي واسطي اُهن جي ڪنارا جاين مرڻ جي پاسو ڪري ڀڄي وڃڻ

(طعن) پيٽ ۾ ڀالو هڻڻ - طاعون ۽ طعنو ڪنهن تي هڻڻ انهي معني ۾ آهي
(نحورهم) جمع آهي نحر جي ڇاتي جو مٿيون پاسو ڳچي سان لڳل -
(وما لهم) ما نافيه آهي لهم عن حياض الموت ظرف مستقر خبر مقدم
(تهليل) مبتدا مؤخر آهي تهليل ڀڄي وڃڻ - بزدل ٿيڻ ڪچو پوندو
آهي هلل الرجل عن قرنه - پنهنجي حريف کان ڊڄي ڀڄي ويو -
(حياض) جمع آهي حوض جو - تلاءِ پاڻي جمع ڪرڻ جي جاءِ - ڪٿي
هتي مطلق هلاڪت ۽ خطره جي جاءِ مراد آهي -
(صحابن جي شجاعت - بهادري ۽ جان نثاري جو ذڪر ڪري ٿو

جنگين ۾ جيڪي ڌڪ زخم هنن کي لڳن ٿا سي سڀ سامهون هنن جي ڇاتي تي لڳندا آهن. پٺيءَ پاسي کو ڌڪ نه لڳندو آهي هڪڙي ٻي شاعر هن معنيٰ ۾ چيو آهي پنهنجي قوم جي شجاعت بابت ائين ته ؎

فَلَسْنَا عَلَى الْأَعْقَابِ تَدْمِيْ كُلُوْمُنَا
وَلٰكِنْ عَلٰى اَقْدَامِنَا تَقْطُرُ الدِّمَا

يعني جنگين ۾ اسان جو رت ڪڙين تي ڪڏهن به نٿو هاري بلڪ هميشه رت اسان جي پيرن تي (اڳين پاسي) پوي ٿو.

شاعر سڳوري پنهنجو قصيدو جڏهن ائين فراق جي غم والمسان شروع ڪيو، پڇاڙيءَ ۾ موت تي ختم ڪري اشارو ڪيو آهي ته دنيا جي حياتي سچي اول کان آخر تائين غمن دردن ۽ ڏکن سان ڀريل آهي. جيئن ٻهل ٻارڙين قدم دنيا ۾ رکي ٿو ته روئڻ سان شروع ڪري ٿو آخر وچڙ ٽهل ٻين وڃڻ سان ختم ڪري ٿو.

اَللّٰهُمَّ افْتَحْ لَنَا بِالْخَيْرِ وَاخْتِمْ لَنَا بِالْخَيْرِ
وَاجْعَلْ عَاقِبَةَ اُمُوْرِنَا بِالْخَيْرِ فقط والسَّلَامُ

اَوَّلاً وَّ آخِرًا ٢ شعبان المكرم سنه ١٣٨٠ھ

مونکي اول خيال ڪو نه هو ته هي ترجمو يا شرح پنهنجو ايترو ڊگهو ڪندس ۽ مستقل ڪتاب وانگي هن تي نالو رکندس مگر پوءِ جن لغوي الفاظ ۽ نحوي ترڪيبن جو تحقيق ضروري

ٿيو، ڪي زياده فائدو اِهو لکڻ ۾ آيا آهن ته هن دل ۾ هڪ خيال آيو ته هن جو ناالو **اَلاِرْشَادُ** شرح **بانت سعاد** رکجي –

هن **قصيده** مان انسان کي وڏو سبق سکڻ کپي ۽ وڏو فائدو ورتو – سو هي ته جيڪو انسان پنهنجي ڪاميابي لاءِ دل وجان سان ڪوشش ڪندو ۽ ڏکڻ ڏاکڙا ڪاٽيندو – برّ بيابان لتاڙيندو ۽ رات ڏينهن منزل مقصود ڏانهن ڊُڪ ڊوڙ ڪندو – خوف خطره جو خيال نه ڪندو ۽ موانع ۽ عوائق هن کي نه روڪيندا ۽ محنتن ۽ تڪليفن جي برداشت ڪندو ڪعب جي نقش قدم تي گامزن ٿيندو ته اهو يقيناً خوش نصيب ڪعب وانگي آخر ڪامياب ٿيندو –

**دربيابان گربشوق ڪعبه خواهي زد قدم**
**سرزنشها گر ڪند خار مغيلان غم مخور**

ٻيو فائدو هي ته جيڪو هي مقبول قصيدو پنهنجو ورد وظيفو ڪندو – هر روز ذوق شوق سان پڙهندو – ڪعب وانگي ديني دنيوي نعمتن سان سرفراز ٿيندو – ڏک ڏاکڙا هن نماسيب لهي ويندا – تاج سعادت هن جي متي تي ۽ خلعت چادر مبارڪ جي هن جي ڪلهن تي عطا ٿيندي –

# قصيده بانت سعاد

## منظوم

اسان جي مخلص دوست ماستر عبدالله صاحب "اثر" هن قصيده جو منظوم ترجمو ڪيو آهي سو به هن سان گڏ شائع ڪجي ٿو ته ناظرين با تمڪين هن جي نظم مان به بهره اندوز ٿي سگهن -

## بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

جدا ٿيو دلربا مون کان تڏهن پر مبتلا ٿي دل
ڏٺم ٿي صبر - فرقت ۾ اهو نانءِ وا دا ورو
نزاڪت هر طرح سان آهه حاصل منهنجي دلبر کي
تبسم ۾ سچڻ جا ڏند اهڙا خوشگوار آهن
انهي ۾ آ وڪڙ وارو پريل ساجهر صفا پاڻي
وهو پاڻي اتي جيلن ۾ سانجهي کان سحر تائين
عجيب آ دلربا پر جي ڪري ها ڪاش نڀايي
مگر افسوس عادت آ جي تبديل ڪلام آهي
هو مجبور آهي مون هڪ حال ۾ ٻيهي تو اڪثر
پر ڏٺ مجبور پاڻ جهلڻ لاءِ دم آهي
نشان دوکو ڏني وصل و محبت جي موڙ توکي

وچي اهڙي ته ٿاڻي جو تڏهن سندو هاڻي دل
سڻي بولي جو مالڪ سرمه گين اک ۾ پيار وو
چوي گهٽ سو تهن ۾ ڪهڙي بانهن جي ڳالهه
شراب ناز ۾ ترجهٽ ته موتي آبدار آهن
ڏند و ڪنهن جا بلو چشمه جو نار جو هوا پاڻي
هوا سان صفا ٿي ٿيو آ ڪلري جي وهتائي
رهي ها قول جو سچو جي ها ڪا نصيحت ۾ ٻي
ستم جو ڪرڻ ۾ وعدا خلافي عام جام آهي
مثال ٿيند و هيٺو روپ بدلجا جن جا هر هن
سچڻ پڻ اونهو وعدا مثال ثابت قدم آهي
سندس ثواب و خيال آهن غلط سڀ سفارتڪي

هٿن ڌاڳي جي نيزا ته به خوشي ۾ سانن جو ڪم ناهي

جي رخمي ٿي پوڻ ڌاپائن تن کي ڪو به غم ناهي

ٻڳي اُن جان هلي ٿو جنگ جي ميدان ۾ هر ڪو

پنهن تلوار آتش جي جڏهن دشمن پچي نڪتو

نه آهي موت جي ڊر پاه ڪا ن ڪوئي حذر تن کي

وڙهن ٿا سامهان نيزا سهن ٿا پنهنجي سينن تي

الهي تن محبتن جي ڀائي ڪا عنايت ڪر

اُنن کي بي عطا سردار سرور جي زيارت ڪر

پورو ٿيو-

مؤلفه فقير عبدالله - عرف شاه آغا

مجددي سرهندي از شيخ مانده

ڪوئٽه بلوچستان

اللهم اغفر لكاتبه ولمن سعى فيه

ڪاتب عاصي عبدالله ديبونو ليس سومره ساڪن تعلقه گهوٽڪي ضلع سکر
بتاريخ ٩ - ربيع الثاني سنه ١٣٨٨ هجري (پاڪستان)